اڏولي
سوڀو

# شرابي نگاهون

(ناول)

امرتا پريتم

قيمت ٧ روپيه

رابيل پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر١٩

سال :- جون ١٩٨٤ع
تعداد :- هڪ هزار
ليکڪ :- امرتا پريتم
ترجمو :- هوندراج بلواڻي
ڇپائيندڙ :- رابيل پبليڪيشن لاڙڪاڻو
ڇپيندڙ :- نيرنگ پرنٽنگ پريس ريشم گلي حيدرآباد

ملڻ جو هنڌ
رابيل ڪتاب گهر
لڳ مهراڻ هوٽل لاڙڪاڻو.
— يا —
() مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ ڪراچي فون: ٢٣٠٢٠٠
برانچ :- اردو بازار ڪراچي
() جبران لميٽيڊ ٩٣ - لبرٽي مارڪيٽ حيدرآباد فون ٣٤٧٦٠
() ادبيات تلڪ چاڙهي حيدرآباد سنڌ.

# امرتا جون لکڻيون

امرتا جيڪا هڪ شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار آهي انهن چند ليکڪائن ۾ شمار ڪئي وڃي ٿي جنهن جون لکيٽون عواميت حاصل ڪري چڪيون آهن ۽ ان جو هر ڪتاب چاهه سان پڙهيو وڃي ٿو.

امرتا جنهن جو اصل نالو "امرت ڪور" آهي، تقريباً ۴۵ سالن کان مسلسل لکندي پئي اچي. هن مهل تائين هن جا ڪيترائي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن پر سندس لکڻين مان پهريون شاعري جو گٽڪو "امرت لهران" سندس سورنهن سالن جي ڄمار ۾، شايع ٿيو. پنجابي جي سندر ۽ منڙين لکڻين جي هيءَ ليکڪا ۳۱- آگسٽ ۱۹۱۹ع ۾ گوجرانوالا ۾ ڄائي. سندس ڪيتريون لکڻيون سنڌي، اردو ۽ انگريزي ۾ ترجمو ٿي چڪيون آهن.

سندس والد گياني ڪرتار سنگهه هتڪاري پڻ هندي جو مشهور شاعر ۽ عالم هو. جنهن جي تربيت ۾ ئي هن لکڻ شروع ڪيو.

امرتا ڪيترا ورهيه آل انڊيا ريڊيو تان پروگرام پيش ڪندي رهي- ۽ اڄڪلهه دهليءَ ۾ رهي ٿي.

امرتا پنهنجي لکڻين ۾ عورت جي مظلوم روپ

ڪي اجاگر ڪيو آهي. ۽ هن ناول ۾ پڻ هڪ اهڙي عورت ايڪتا جو ذڪر آهي جيڪا شادي ڪندي به غير شادي شده آهي ۽ ان عورت جي پيڙا جيڪا هن ڀوڳي آهي جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي.

رابيل پبليڪيشن پاران امرتا پريتم جو ٻيو ڪتاب آهي. هن کان اڳ اسين ”همسفر“ ڇپرايو هيوسين. اسين چاهيون ٿا ته سنڌي زبان وڏ ۾ وڏ ناول هجن جيئن ناولن کوٽ جو پورائو ٿي سگهي. جيئن ته هتي ناول گهٽ لکيا وڃن ٿا ان ڪري ڏي اسان کي ترجمن جو سهارو وٺڻو ٿو پوي.

هن کان اڳ به اسين لکي چڪا آهيون ته اسان جي اشاعتي پروگرام ۾ اڳ شايع ٿيل ناياب ڪتاب شامل آهن ۽ ان ڏس ۾ جيڪو به دوست اسان جي مدد ڪندو اسين سندس ٿورائتا رهنداسين.

آخر ۾ سائين هوندراج بلوائي جا ٿورا.

**نظام عباسي**

جون ١٩٨٤ع

# شرابي نگاهون

## (١)

ايڪتا کي پنهنجو پاڻ هڪ عورت جيان نه، هڪ راه جيان لڳو. راه، جا هميشه هڪ ئي هنڌ بيٺل هوندي آهي، پر پوءِ به هميشه ڪٿان ايندي آهي، هميشه ڪيڏانهن ويندي آهي. ايڪتا جي من جي حالت به هڪ ئي جڳهه تي هئي، پر اها حالت انسان جي ان تاريخ جي پاسي کان ايندڙ لڳندي هئي، جا اڄ تائين لکي ويئي آهي، ۽ ان تاريخ ڏانهن ويندڙ لڳندي هئي جا اڄ تائين نه لکي ويئي آهي.

۽ ايڪتا جي من جو هڪ حصو اهڙو به هو، جو هميشه لاءِ ڪنوارو رهجي ويو هو، ۽ هڪ حصو اهڙو به هو جو هميشه لاءِ شادي شده ٿي چڪو هو، ڪنوارو ڇو رهجي ويو هو، ۽ شادي ٿيل ڪنهن سان هو، ايڪتا کي بلڪل معلوم نه هو. هن کي صرف حالت جو پتو هو. گذريل ڪيترن سالن کان ڪيس اهو معلوم ٿي رهيو هو، پر اڄ رتلام اسٽيشن جي پليٽفارم تي بيٺي ڪيس اهو معلوم ٿيو ته اها حقيقت آهي. مٿوءَ کان بمبئيءَ ويندي ۽ بمبئيءَ کان مٿو ايندي هنکي هميشه رتلام بيهڻي گاڏي بدلڻي پوندي هئي. گاڏي بدلائڻ لاءِ

هوءَ هميشه هن پليٽفارم تي ويهندي هئي ۽ پليٽفارم جي پرسان ننڍڙي هوٽل ۾ هوءَ هميشه ڪافيءَ جو پيالو پيئندي هئي.

اڄ جڏهن هوءَ ڪافيءَ جو پيالو پيئڻ لاءِ هوٽل ۾ ويئي، ته جيڪو ننڍون ٻڍرو هن لاءِ ڪافيءَ جو پيالو کڻي اچي رهيو هو، ان جي هٿ مان پيالو ڦري پرائي ٻڍري چيو، ”هن لاءِ ته ڪافي مان ئي تيار ڪري ايندس، ٻيو ڪوئي نٿو آڻي سگهي.“ نئين ٻڍري کي شايد ايڪتا جي اميري شڪل ڏسي، عام ڪان وڌيڪ ”ٽپ“ ملڻ جي اميد هئي، هو پرائي ٻڍري سان وڙهي پيو هو، ۽ پرائي ٻڍري رعب سان کيس جواب ڏنو هو، ”هيءَ هيڏڙي ننڍڙي ٻالڪا هئي، تڏهن کان مان ئي کيس ڪافيءَ جو پيالو تيار ڪري ڏيندو رهيو آهيان. هاڻي تون ڪير ٿيندو آهين ڪلهه جو ڇوڪرو....“

ايڪتا سان ڌيان ڏنو - ٻڍري جي عمر چڙهي چڪي هئي، ايتري جو هو ٿورو ڪٻو لڳي رهيو هو. مشڪل سان ڏهن ورهين جو عرصو لنگهي چڪو هو، پر ايڪتا الهڙ ڇوڪريءَ مان جوان عورت ٿي ويئي هئي، ۽ ٻڍرو هڪ جوان ماڻهوءَ مان چڱو بزرگ ٿي ويو هو. ايڪتا هڪ آٿو ساهه کنيو.

ايڪتا ڪافي پي ۽ گاڏي بدلائي جڏهن مهوءَ پهتي ته سندس پاڻ اسٽيشن تي وٺڻ ڪو نه آيو هو،

پر گهر وڃي ياءَ سان ملي ايڪتاکي ائين لڳو ته هن کي ايڪتا جي اچڻ جو انتظار هو. هونئن ايڪتا ڪيس اچڻ جي باري ۾ ڪونه لکيو هو.

ياءَ ڪجهه نه پڇيو. ايڪتا کي جيترا به ماڻهو سڃاڻن، سي ايڪتا کان ڪجهه پڇندا آهن، ڇو جو ايڪتا جي ڇپڻ تي آيل جواب سدائين سندس ڇپڻ جي سڳنڌ جيان هوندو آهي. خوشبوءِ سنگهي ويندي آهي، جهلي نه ويندي آهي. پنهنجي من کي چاهي هوءَ ڪيترو به پيڪوڙي، اها خالي ئي رهيل لڳندي آهي، ۽ هڪ دفعو پڇڻ وارو من خالي رهيل ڏسي حيران ٿي ويندو آهي يا جهنجلائي اٿندو آهي، ان ڪري وري ڪجهه نه پڇندو آهي.

ايڪتا اداس هئي، ان باري ۾ به ڪجهه چئي نٿو سگهجي. تمام خوبصورت عورتن جو روپ اڏامندڙ دز وانگر ٿيندو آهي، جو ڏسندڙن جي نظرن ۾ اٽڪي پوندو آهي يا خشڪ مٽيءَ وانگر ٿيندو آهي، جنهنجي ڏارن ۾ ڏسندڙ جي نظر ڪپي ويندي آهي پر ايڪتا جو روپ شروع کان ئي لسي مٽيءَ وانگر هو. ڏسندڙن جي نظر ان تان ترڪي ويندي هئي. نظر هن کي نه چوريندي هئي پر خود ئي کسڪي ڪري دور ٿي ويندي هئي.

دنيا ۾ خوبصورت عورتن جي ڪمي ناهي. ڪيترين

جي ڪنهن انگ جي هڪ خاص اثر ڪي الڳ ڪري
ڏسي سگهجي ٿو، ايترو جو اهو انگ عورت جي باقي
انگن جي ذڪر جي ضرورت نٿو رهڻ ڏئي. پر ايڪتا
جو هر انگ اهڙو هو جو ڪنهن هڪ انگ جو ذڪر
باقي انگن جي ذڪر جي ضروت وڌائي ڇڏيندو هو.
انگن جي نوڪن ۽ گولاين ڪان به الڳ هڪ چيز هئي،
هوءَ ڏسندي هئي ته ڏسڻ وارن کي اهو احساس ٿيندو
هو، ته اهو جو ڪجهه هو ان ڪان به وڌيڪ ڇونه هئو.

ڪيترا ڏينهن گذري ويا. پاءُ ڪجهه نه پڇيو، پاپيءَ
به ڪجهه نه چيو. ماءُ جي جائداد مان ايندڙ آمدني
هن ۽ سندس پاءُ لاءِ، هميشه اڌو اڌ هوندي هئي.
رقم گهٽي ڪين هئي پر ايڪتا جتي به هوندي هئي.
ڪيس اتي پهچي ويندي هئي.

پاءُ صرف هڪ ڏينهن اهو چيو، ”رگهوءَ جو خط
آيو هو، تنهنجي اچڻ ڪان ڪجهه ڏينهن اڳ.“ ايڪتا
صرف ”چگو“ چيو ۽ ٻيو ڪجهه نه. اهو اندازو هن پهرين
به لڳايو هو، ڇو ته پاءُ سان ملندي ئي پهرين ڏينهن ئي
هن کي لڳو هو، ڪيس سندس جي اچڻ جو ڏي انتظار
هو. خط ۾ ڇا لکيل هوندو، سا ايڪتا کي سڌ هئي.

”ايڪتا ۽ رگهوءَ جي شاديءَ جي ٻنڌن جو عرصو
ڏهه ورهيه هو. ڏهه ورهيه پورا ٿي ويا، هينئر ايڪتا ۽
رگهو ٻئي آزاد آهن.“

اهو مدو ڪيئن گذريو؟ ايڪتا جو خيال هو ته جنهن هيءَ مدو گذاريو آهي، ان کي معلوم آهي ته ڪيئن گذريو ۽ جنهن کي معلوم ناهي، ان جي لاءِ ڄاڻڻ ضروري ڪونهي. ان ڪري ڇاهي پياءُ ۽ پاپيءَ ڪجهه پڇيو ڪونه هو، پر انهن جي اکين ۾ آيل سوال جو به ايڪتا کي جواب نه ڏنو. اهو ايڪتا به مڃيندي هئي ته سندس پياءُ ايڪتا جي دوستن وانگر ۽ پاپي ساهيڙين وانگر هئي.

ساهيڙين ۾ ايڪتا جي هڪ پريا جيڪا ايڪتا جي زندگيءَ ۾ هڪ خاص جڳهه رکندي هئي. ٻئي مهو جي هڪ ئي ڪاليج ۾ پڙهيون هيون، ٻنهي جا احساس هڪ جهڙا به هئا ۽ گهرا به، پر هڪ فرق هو. ايڪتا پنهنجي من جي ڇٽي تي هلندي هئي. ڪا وڏي ۾ وڏي مشڪلات به هن جي لاءِ وڏي ڪانه هوندي هئي. پر پريا خود ئي پنهنجي احساسڪان ڊڄي ويندي هئي. هڪ ڊپ ۽ هڪ مشڪلات هڪ ئي وقت هن جي اندر حرڪت ۾ اچي ويندا هئا، جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو هو ته هن جي اندر ۾ ڊپ ڦهلجي ويندو هو، ٻاهر ڪجهه سمجهي ويندو هو. هوءَ ايڪتا وانگر سوچي به وٺندي هئي پر ايڪتا جيان ڪجهه ڪانه ڪندي هئي. سوچ جي آسپاس ڪا سيما نه هوندي آهي، پر ڪجهه ڪري سگهڻ جي آسپاس وڏي سخت سيما هوندي آهي. ان

ڪري جتي ڪجهه به ڪري سگهڻ جو سوال ايندو
هو، اتي هوءَ چپ چاپ ٻيهي رهندي هئي. صرف ڏسندي
هئي. هڪ طرف ايڪتا جو ڪجهه ڪري گذرندي
هئي، ان مان پنهنجي ڪلپنا کي پيار ڪري ان کي
پنهنجي زندگيءَ جو حصو ٺاهي ڇڏيندي هئي پريا
پنهنجي حقيقت جو ڪجهه حصو ڇڻ پنهنجي سوچ
سان نه، ايڪتا جي سوچ سان حاصل ڪيو هو. ان
ڪري هن جي لاءِ ايڪتا جي هستي پنهنجي هستيءَ
جيان ضروري ٿي ويئي هئي.

ڪاليج جي ڏينهن ۾ لڳ ڀڳ هڪ ئي وقت پريا
کي بنگال جي ڪنهن نڪلراءِ چوڌري سان محبت ٿي
هئي ۽ ايڪتا جي پنهنجي ذات کان ٻاهر رگهو واليا
سان. پريا جو لڳاءُ ڪو ڏڪاڻو نه ڳولهي سگهيو هو.
۽ هن چپ چاپ جئي ماءُ پيءُ چيو، شادي ڪري
ڇڏي هئي. پر ايڪتا ضد ڪري آخر رگهو واليا سان
ئي شادي ڪري ڇڏي. ايڪتا جي من ۾ جيڪو آيو
ڪري ڏنائين. پريا، جو ڪجهه به من ۾ آيو، دٻائي ويئي.

پريا کي خط آيو. دهليءَ کان نه، بمبئيءَ کان ته
سندس مڙس کي بمبئي شهر ايترو پسند آهي جو هن
پنهنجي پرڊڪٽس جي لاءِ شهر بدلائي ڇڏيو آهي. هوءَ
شهر بدلڻ تي خوش هئي ته ڪيس ايڪتا ملي ويندي.
پر بمبئيءَ اچي ڪيس پتو پيو ته ايڪتا بمبئيءَ ۾ نه،

مهو ۾ آهي. ان ڪري هوءَ ڪجهه ڏينهن لاءِ ايڪتا وٽ مهو اچي رهي. خط ۾ صرف پريا جي اچڻ جي خبر هئي پيو ڪجهه نه. ايڪتا سمجهي ٿي سگهي ته بمبئيءَ ۾ اچي جڏهن هن ايڪتا جو پتو لڳايو هوندو ته ان پتي ۾ اگر هن گهڻو ڪجهه ته به چاڻو هوندو، ته به ڪجهه ضرور چاتو هوندو.

پريا جڏهن مهو آئي— آئي ماءُ-پيءُ جي گهر هئي، پر آئي صرف ايڪتا سان ملڻ لاءِ هئي. ايڪتا کي ڏسي هن کي لڳو ته ايڪتا جي باري ۾ جو ڪجهه به هن ٻڌو هو ضرور غلط ٻڌو هو. ايڪتا جون اکيون ته اهڙيءَ ئي ريت چمڪي رهيون هيون!

جڏهن پريا، ايڪتا جي پرسان اڪيلائي ۾ ويٺي ته هن پڇيو — ”ايڪي، تون بمبئيءَ ڪڏهن ٿي هلي؟“ ايڪتا ڳلي ڏنو — ”جڏهن من چيو تڏهن هلنديس. منهنجي من جي ته توکي خبر آهي، ڪري ته اج ئي ڪري، نه ڪري ته ڪڏهن به نه ڪري.“ ايڪتا جا ڪنهن کي ڪجهه پڇڻ جو وجهه نه ڏيندي هئي ۽ جيڪڏهن ڏيندي هئي ته ڳجهه جو پتو نه لڳڻ ڏيندي هئي پر پر وجهه به ڏيندي هئي ته ڳجهه جو پتو به..

”رگهوءَ جو خط ايندو اٿئي؟“

”نه“

”پڳلي! بمبئي جهڙي شهر ۾ جوان مڙس کي هيڏا

ڏينهن اڪيلو نہ ڇڏڻ گهرجي."

"منهنجي ماءُ زنده هجي ها تہ اها بہ ائين چوي ها."

ايڪتا ڪلندي ويئي. ڪل ڪيترا ڀيرا هن کي ايندي بہ نہ هئي، لاچار ڪلندي هئي. ڪل بہ ۽ روئڻ بہ. نہ کيس گهڻيل ڪل پسند هئي نہ گهڻيل روئڻ. ايڪتا ۾ ڪجهہ اڻ ڇهيو هو جنهن تي نہ ڪنهن ساٿ جو اثر ٿيندو هو، نہ ڪنهن سپيتا جو. پريا ان ڳالهہ کي ڪيترا ڀيرا هن ريت چوندي هئي "ايڪي! تو ۾ ڪجهہ اديواسين جهڙو آهي- جهونو پراچين." هوندي ايڪتا جي ان ڪجهہ سان پريا کي عشق هو.

ان رات پريا ايڪتا وٽ رهي. ٽيون چوٿون حصو رات جو هن جي بستري تي ويٺي رهي. رات بہ دل کولي آسمان ۾ تارا وڇائي رکيا هئا، پريا جو ڪجهہ بہ پڇيو، ايڪتا دل کولي کيس ٻڌائي ڇڏيو.....

"ايڪي، تو رگهوءَ سان شادي ڪرڻ لاءِ وڏيون تڪليفون ڏٺيون هيون."

"توڙڻ لاءِ بہ ايتريون ڏٺيون آهن. هڪ طرح سان وڌيڪ، ڇو جو وقت جي لنبائيءَ جو فرق آهي. هن کي پائڻ لاءِ بہ سال لڳايا هئا، ڇڏڻ لاءِ ڏهہ."

پريا کي شايد پنهنجو پاڻ گهٽو ڪجهہ ياد اچي ويو. هوءَ چوڻ لڳي- "ڇگو، ڏهہ سال ٿي سهين، پر تو

ڏهه سال ماٺ ڪري ته ڏنو، ان سان گڏ جنهن کي
تو چاهيو.“

”پريا، ڏهه سال مان جي ته، جيئڻ جي ڪوشش
ڪندي رهي آهيان. رگهو سان نه به شادي ڪريان ها
ته پوءِ به ڪوشش ئي ڪندي رهان ها. شادي سان
ڪوئي فرق نه پيو آهي.“

”جيڪڏهن ڪوئي توکي چاڻي ٿو ته، مان ڇڙي
سگهان ٿي ته مان توکي سڀني کان وڌيڪ چاڻان ٿي.
پر مون کي اهو به پتو آهي ته، ڪڏهن ڪڏهن مان
توکي بلڪل نٿي چاڻان.“

”ان ۾ نه چاڻڻ جي ڳالهه ڪانهي، پريا، ماڻهو
ٻهرين ڪنهن سان ملندا آهن، پوءِ شادي ڪندا آهن
پر مون کي ائين لڳندو آهي. رگهوءَ کي مان بعد ۾
ملي هئس، پر منهنجي من جو هڪ حصو ٻهرين ئي
شادي ڪري چڪو هو.“

”اهو مونکي تو ٻهرين ڪڏهن به ڪونه ٻڌايو آهي.“

”مونکي خود به پتو نه هو.“

”مان توکي جڏهن به چوندي هئس ته توکي هري
بيحد پيار ڪندو هو.“

”ڪندو هو پر مان رگهوءَ کي پيار ڪندي هئس.“

”توکي مسٽر سين ياد آهي؟“

”ياد آهي.“

”تنهنجو هو بلڪل ديوانو ٿي پيو هو. تڏهن تنهنجو پيءُ زنده هو. هن تنهنجي پيءُ سان ملي ڪيس چيو هو ته هو توسان شادي ڪرڻ چاهي ٿو.“

”امان پيا جي ساميون سندس اهل ڪندي هئس. تمام ننڍي هئس، هو مون کان گهڻو وڏو لڳندو هو، سمجهي نه سگهندي هئس.“

”توکي ياد آهي ته تون اسان، پنهنجين ساهڙين کي گڏ ڪري سين جي اسٽوڊيو ۾ هلندي هئين؟“

”هن کي چيڙائڻ لاءِ. هو ويچارو ٿوري دير جي لاءِ به اسٽوڊيو کان ٻاهر ويندو هو ته دروازي تي تختي لڳائي ويندو هو ته هو هيتري بجي کان وٺي هيتري بجي تائين ٻاهر هوندو، ۽ جيڪڏهن ڪوئي غير حاضريءَ ۾ اچي ته ضرور هن جو انتظار ڪري. ان ڪري سان سندس مراد مان ئي هوندي هئس.“

”۽ تون سندس انتظار ڪرڻ بجاءِ، جڏهن هن جي اچڻ جو وقت ٿيندو هو ته ڇاٽي واٽي اتان هلي ويندي هئينءَ.“

”هن کي چيڙائڻ لاءِ.“

”هن جي خالي ڪمري ۾ ويهي، هن جي اسٽوو تي چانهه ٺاهي ۽ اسان سڀني ڇوڪرين کي پيئاري، هن جي اچڻ کان اول تون هلي ويندي هئينءَ.“

”ان ڪري ته ٽڙيل پکڙيل پيالن مان هن کي معلوم

ٿئي ته مان آئي هئس.“

”بدقسمت! ان رگهوءَ کان ته تون ھن سين سان شادي ڪري ها. هو تنهنجو گهڻو قدر ڪري ها.“

”مان سين کي پيار نه ڪندي هئس.“

”پر رگهوءَ ۾ تو ڇا ڏٺو هو؟“

”مون هينئر ٻڌايو ته منهنجي من جو ڪجهه حصو ٻهرين ئي شادي ڪري چڪو هو ۽ رگهوءَ کي مون بعد ۾ ڏٺو هو.“

”اهو ته ٻڌايو ڪونه ته اهو ڪير هو.“

”پڳلي، اهو ته مون کي به معلوم ناهي. اهوئي ته گهولهي رهي هئس. اصل شادي انسان سان نٿي ٿئي، هڪ تصور سان ٿيندي آهي. مون سوچيو هو، رگهوءَ ۾ منهنجو تصور مونکي ملي ويندو ۽ منهنجي من جو ڪنوارو حصو به هن سان شادي ڪري ويندو....“

”پر اهو ڇا ٿي ويو، ڪيئن ٿي ويو، هينئر ڇا ٿيندو؟“

”جو ٿي ويو مون ڄاڻي واڻي نه ڪيو، پاڻ سان ٺيڪ ڪيو هوم. ”ٺيڪ“، ٺيڪ نه ٿئي ته مان ڇا ٿي ڪري سگهان.“

”توکي خبر آهي، رگهو خوبصورت مردن مان هو.“

”هائي به آهي.“

”هينئر ته خير ڪجهه گهٽجي ويو آهي.“

”تو هن کي هنن ڏينهن ۾ تہ ڏنو آهي، سندس جواني ڇڻ وري واپس موٽي آئي آهي.“

”توکان وچڙجي جواني ايندس يا بڍاپو؟“

”وچڙجي جواني ايندس، نہ وچڙجي ها تہ بڍاپو اچي وڃيس ها.“

”پر هو توسان گڏ خوش نظر ايندو هو.“

”ان خوشيءَ جي قيمت مان چڪائيندي رهندي هيس. پر اڄڪلهہ هو خوش نہ هو ڇو جو وڏيڪ قيمت چڪائڻ کان مون انڪار ڪري ڇڏيو هو.“

”مونکي تنهنجون پروليون سمجهہ ۾ نہ آيون؟“

”پرولي ڪائي ناهي، پريا، توکي چڱيءَ طرح معلوم آهي تہ رگهوءَ کي سال ۾ هڪ اڌ دفعو ڪنهن ڇوڪريءَ سان عشق ٿي ويندو هو.“

”پر تون ڀرين ان ڳالهہ کي کلي ٽاري ڇڏيندي هئينءَ. تون ان کي عشق نہ، خفت چوندي هئين.“

”هينئر هن دفعي خفت نہ، عشق چوڻ چاهيان ٿي.“

”هينئر هن کي وري....“

”هن جو خيال آهي تہ هن دفعي هو بلڪل سيريس آهي.“

”ڏوڙ سيريس هوندو، هو ٿي ئي نٿو سگهي.“

”تہ ۾ ٿيڻ جو موقعو تہ هن وٽ هئڻ گهرجي،

جھڙيءَ ريت ھو پھرين ھميشه چوندو رھيو آھي ته ھن جو مستقبل تمام وڏو ٿـي سگھيو پيو ، پـر مون سان جلدي شادي ڪرڻ سبب ھـن وٽ وڌيڪ تعليم جو موقعو ئي نه رھيو.“

”شادي جي لاءِ ھن خود تڪڙ ڪئي ھئي، مونکي ڇا خبر ڪانھي.“

”ڪئي ھئائين سو ھو به چائي ٿو، پر شاديءَ جي ھڪ گھڙي گذرندي ئي ھو چوڻ لڳو ھو– ”آءِ ھئڊ ٿو مئري يو“ اھا ”ھئڊ“ واري ڳالھه جيتري دير سھندي رھي آھيان، اھو ھينئر پنھنجو به ايمان ٿو لڳي ۽ ھن جو به. مان صرف پنھنجو نه، ھن جو به ايمان نٿي ڪرڻ چاھيان. مون ھن جي زندگيءَ ۾ داخل ٿي ھن جو ھڪ موقعو گم ٿيڻ ڏنو. تمام وڏي ڪئريئر ناھڻ جو. ھينئر ھي پيو موقعو آھي ھن جي لاءِ - پيار ڪرڻ جو. مان نٿي چاھيان ته ھو منھنجي لاءِ اھـو موقعو بـه وڃائي ڇڏي.“

”پر ايڪي! ھاڻ تون ڇا ڪندينءَ؟“

ايڪتا اڃا تائين ڳالھيون ڪري رھي ھئي، نه کلي ڪري نه روئي ڪري پر پريا جي ھن سوال تي ايڪتا کي کل اچي ويئي.

” اھـا کلڻ جي ڳالھه آھي؟ “ پريا روئـڻـھارڪي ٿي چيو.

”پاڻي ھي وقت بيڪار بيھي ڇا ٿو ڪري، ڪجھه

ڪم ان کي به سونپڻ گهرجي. ان کي سون لاءِ جيڪي ڪرڙو هوندو ڪري ڇڏيندو.“

”وقت ڪنهن جو ڪجهه نٿو ڪري،“ پريا جڻ اداس ٿيندي ويئي. هن وقت شايد ڪيس ايڪتا نه، پنهنجو پاڻ ياد اچي رهيو هو.

”هري اڄڪلهه ڪٿي آهي؟“ پريا ڪجهه سوچي ڇيو.

”خبر ناهي“

”هينئر به هري جڏهن ياد ايندو آهي منهنجي دل کي ڪجهه ٺيڻ لڳندو آهي،“

”ڪمبخت پنهنجو پاڻ تباهه ڪري ڇڏيو.“

”ان ۾ توکي ڪڏهن پنهنجو قصور نٿو لڳي؟“

”نه، ان ۾ منهنجو ڪو قصور نه هو.“

”هو توکي نجاڻان ڪيترو پيار ڪندو هو! هونئن دوست رگهوءَ جو هو.“

”پئي هڪ ڏي وقت منهنجا واقف ٿيا هئا.“

”پگلي، هن طرف تو نظر ڪٿي به نه نهاريو!“

”ان وقت رگهوءَ کان سواءِ ڪجهه نظر به ڪونه ايندو هو.“

”هن چاهي وري پنهنجي واتان ڪڏهن ڪجهه نه ڇيو، پر هميشه هڪ پاڇي جيان توسان گڏ رهيو.“

”هو منهنجو عشق نه هو، منهنجو حوصلو ضرور

هو. شاديءَ بعد جڏهن رگهوءَ گهٽو تنگ ڪرڻ شروع ڪيو، هو چپ چاپ ايندو ۽ ان ريت ڏسي هليو ويندو هو جو مون ۾ ڪلي ڪري گهوڙهن ڪي پيئڻ جي همٿ اچي ويندي هئي."

"ڪڏهن ڪجهه چوندو نه هئي؟

"ٻه ٽي ڀيرا ائين اوس چيو هو- "پاپي، مان توکي روئندو نٿو ڏسي سگهان، ڪڏهن ٻه اهو نه سوچ ته تون هن دنيا ۾ اڪيلي آهين. مان هميشه توسان گڏ آهيان. جيڪو ڪم ڪرڻو هجيئي، ڪري ڇڏ."

"جيڪو فيصلو تو اڄ ڪيو آهي، تڏهن ڪرين ها، جيڪڏهن توکي رگهوءَ کان وڇڙجڻو ئي هو...."

"فيصلا وقت تي ٿيندا آهن پريا! وقت کان پهرين نه."

"هينئر هو ڪٿي آهي؟"

"توکي پتو آهي ته هن شراب ٻه پيئڻ شروع ڪيو هو. غلط عورتن ڏانهن وڃڻ ٻه...."

"ان ۾ هن جو گهٽو قصور ناهي، ايڪي! ڪوئي سهي ته آخر ڪيسين سهي."

"مان قصور جي ڳالهه نٿي ڪريان. اها ڳالهه ٿي ڪريان ته هو بيمار رهڻ لڳو هو. شهر ڇڏي هليو ويو هو، خبر ناهي ڪيڏانهن مون کي اها ٻه سڌ ڪانهي ته اڃا تائين هو زنده ٻه آهي يا نه."

”اهو سچو تنهنجو قصور آهي.“
”منهنجو قصور ڇو؟“
”هو توکي پيار ڪندو هو.“
”ان حساب سان هينئر جيڪڏهن منهنجي اهڙي حالت ٿي وڃي ته اهو سچو قصور رگهوءَ جو ٿيندو؟“
”ها، سچو قصور رگهوءَ جو ٿيندو.“
”ان ۾ هن جو ڪهڙو قصور آهي. مان سائس پيار ڪندي هيس ان ڪري مان ڏوهي آهيان.“
”پر هو به توکي پيار ڪندو هو، ڪجهه ڏينهن ته تو جيءُ ڏنو هوندو.“
”جيتري قدر ياد آهي، مون به ڏينهن جيءُ ڏنو هو، جنهن کي سچ پچ جيئڻ چوندا آهن.“
”ڪڏهن؟“
”توکي خبر آهي شادي کان اڳ رگهو سيٺي کان چوريءَ مون سان ملڻ لاءِ ايندو هو؟“
”مون کي سڀڪجهه ياد آهي.“
”هڪ رات پيا کان چوريءَ... تڏهن پيا هئو— هو مونکي هڪ فلم ڏيکارڻ وٺي ويو هو. منهنجي پاپيءَ تڏهن منهنجي مدد ڪئي هئي. هن چيو هو ته اسين جڏهن فلم تان واپس ايندا سين، هو ڏيڍي دروازي جي ڪنڊي کولي ڇڏيندي. پيا کي پتو نه پوندو.“
”مون کي ياد آهي، توهان ٻئي جڏهن آڌيءَ رات

واپس آيا هئا، تڏهن پاپيءَ کي انتظار ڪندي ڪندي ننڊ اچي ويئي هئي. صبح ٿيڻ تي هو. جڏهن هوءَ گهبرائجي جاڳي هئي ۽ هن ڪنڊي کولي هئي، تو هان پئي سرديءَ ۾ ان رات دروازي جي پرسان ويهي رهيا هئا."

"بس، ان رات ئي جيءُ ڪري ڏنو هوم. رگهوءَ پنهنجو ڪوٽ نه صرف مون کي پهرايو هو، پاڻهن جو هڪ آ کيڙو بڻائي مون کي ان ۾ ويهاري ڇڏيو هو.... ۽ هڪ رات بي هئي، اها به شاديءَ کان پهرين، ڏياريءَ جي رات. پپا کي رگهو بلڪل پسند نه هو، ان ڪري هو گهر ۾ اچي نه سگهندو هو. مان ساري رات گهر جي ديوارن تي ڏيئا جلائيندي رهيس ۽ رگهو گهر کان ٿورو-دور سامهون رستي تي گهمندو رهيو. مان ڪيس رستي تي گهمندو ڏسندي رهيس. هو مون کي وري وري ڏيئا جلائيندي ڏسندو رهيو. تمام اونداهي رات هئي، پر اسان ٻنهي جي وچ ۾ ان رات گهڻن ئي ڏيئن جي تابش هئي. هڪ مون ان رات جي ڪري......" اهي لفظ اچا ايڪتا جي وات ۾ هئا ته هن جي اهڙو روئڻ نڪتو جنهنجو ڪوئي بند نه هو.

پريا کان ايڪتا جي ڪل نه سمجهي ويندي هئي پر هيءُ ته ايڪتا جو روئڻ هو. پريا کي ايڪتا جي اها ڪل به ياد اچي ويئي هئي جا هن هڪ دفعو ڪا ڳالهه

ٻڌائيندي ايڪتا جي چهري تي ڏني هئي. ايڪتا جي
پيءُ کي ٽن ڏينهن ۾ اسپتال ۾ نئين نئين نوڪري
ملي هئي، ڪيس رات جو اسپتال ۾ رهڻو پوندو هو.
رهڻ لاءِ هڪ ڪمرو مليل هو، پورو ڪوارٽر نه. ان
ڪري ايڪتا ٻاهر هڪ ڪمرو مسواڙ تي وٺي الڳ
رهندي هئي. موڪل جي ڏينهن اتي رگهو ايندو هو.
هڪ رات رگهوءَ جي طبيعت ٺيڪ ڪانه هئي پر هن
جو رات پنهنجي ڪمري ۾ رهڻ ضروري هو، انڪري
ان رات ايڪتا سندس ڪمري ۾ رهي هئي. اسپتال مان
فون آيو هو ته رگهوءَ کي ان حالت ۾ به ڪجهه دير
جي لاءِ اسپتال وڃڻو پيو هو. ڪمري ۾ ايڪتا اڪيلي
هئي. فون آيو. ڪنهن ڇوڪريءَ جو آواز هو– ”رگهو،
آءِ سپوز يو آر فري ٽو نائيٽ. مي آءِ ڪم؟“ (رگهو،
مان سمجهان ٿي، تون اڄوڪي رات فري آهين. مان
اچان؟) ايڪتا فون ٻڌي رهي هئي ته پوءِ هن کلندي-
کلندي چيو هو– ”آءِ سپوز هي از نات فري ٽو نائيٽ.
آءِ ائم هيئر، هز وائف–“ (مان سمجهان ٿي ته اڄوڪي
رات هو فري ڪونهي. مان هت آهيان، هن جي زال.)
اها ڳالهه ايڪتا رگهوءَ کي نه ٻڌائي هئي، پر رگهوءَ
کي ان ڇوڪريءَ وٽان پتو پئجي چڪو هو. هو
سمجهي نه ٿي سگهيو ته هو ڇا ڪري، پر ايڪتا کلندي
رهي هئي– ته اڄ پريا پريشان هئي ته ايڪتا جا هن
طرح کلي سگهندي هئي، سا هن طرح روئي به سگهي ٿي؟

”خبر ناهي ڪڏهن مون کي چا ٿي ويندو آهي.“
ايڪتا تمام گهڻي دير بعد پاڻ کي سنڀاليندي چيو-
”مون هن پيري جڏهن مهو ايندي رتلام ۾ گاڏي بدلي
هئي، اتي مون ڪافي پيتي هئي. هميشه پيئندي آهيان.
اتي هڪ ٻئرو آهي،گهڻي پيار سان هو مون لاءِ ڪافيءَ
جو پيالو ناهي ايندو آهي. ان ڏينهن ڪوئي نئون ٻئرو
آڻي لڳو ته هن سان وڙهي پيو. ۽ مون کي ياد آيو-
ڀهرئين پيري جڏهن مان اڪيلي بمبئي ويئي هئس،
رگهوءَ کي اهو چوڻ لاءِ ته جيڪڏهن هو مون سان
شادي ڪرڻ چاهي ٿو ته هينئر جلدي ڪري. نه ته
منهنجو پيا زبردستيءَ ڪنهن سان منهنجي شادي ڪرائي
ڇڏيندو، ته مون رتلام گاڏي بدليندي ٻهريون دفعو
ان ٻئري جي هٿن جي ڪافي پيتي هئي. بعد ۾ ڏهن
سالن ۾ ڪئين پيرا اتان لنگهيس. هن پيري هو نئين
ٻئري کي چئي رهيو هو، ”هيءَ هيڏڙي ننڍڙي ٻالڪا
هئي، تڏهن کان مان ئي کيس ڪافيءَ جو پيالو تيار
ڪري ڏيندو آهيان. هاڻي تون ڪير ٿيندو آهين. ڪلهه
جو ڇوڪرو...!“گهڻا پيرا اهي ننڍيون ننڍيون ڳالهيون
تمام وڏيون لڳنديون آهن پريا! مان وڏين ڳالهين کي
اورانگهي ويندي آهيان، گهڻا پيرا اهي ننڍيون ڳالهيون
اورانگهي نه سگهندي آهيان. رگهوءَ وٽ ويئي هئس،
انهيءَ ٻئري جي هٿان ڪافيءَ جو پيالو پي ڪري.
رگهوءَ سان سڀ ڪجهه چڪائي اچي رهي آهيان، ڏهه

سال گذري ويا پر هو ٻڙرو اتي بيٺو هو مون کي ڪافيءَ جو پيالو ڏيڻ لاءِ ـ ان ڏينهن، پرياـ ان ڏينهن مونکي پتو نہ پئجي رهيو هو تہ ڪهڙي چيز قائم آهي؟ جيڪي اسان جا ڪجهہ نہ آهن، اهي قائم آهن ۽ جيڪي سڀ ڪجهہ آهن، اهي قائم ناهن. ان ڏينهن مونکي پتو پيو هو، پورو پتو تہ منهنجي من جو ڪجهہ حصو ڪنوارو رهجي ويو آهي ۽ ڪجهہ حصو هميشہ لاءِ شادي ڪري چڪو آهي. رگهوءَ سان منهنجي شاديءَ جو ان ڳالهہ سان ڪوئي تعلق ڪونهي. شادي بہ هڪ حادثو هئي، طلاق بہ هڪ حادثو ٿيندو. جو حصو منهنجي من ۾ ڪنوارو آهي، اهو هينئر بہ ڪنوارو آهي، جو حصو شادي ٿي چڪو آهي، اهو هينئر بہ شادي ٿيل آهي. صرف اهو پتو ڪونهي تہ جو ڪنوارو آهي اهو ڪنوارو ڇو رهجي ويو آهي ۽ جو شادي ٿي چڪو آهي اهو ڪنهن سان شادي ٿيل آهي....

( ۲ )

ماني کائڻ جو وقت ٿي ويو هو ۽ ايڪتا جو پاءُ اروڻ ايڪتا جي ڪمري ۾ ڪيس سڏڻ آيو هو. ايڪتا جي پاپيءَ ٻڌايو هو تہ هوءَ منجهند کان پنهنجي ڪمري ۾ هئي. ڪمري کان ٻاهر ڪانہ آئي هئي. ڪيترن ڏينهن کان اروڻ کي ڏيپ هو تہ ايڪتا پنهنجي من جي اداسي

کي جيئن دٻائي رکيو آهي، هڪ ڏينهن اها اداسي تني ٻاهر نڪرندي. هن ڪجهه گهٻرائجي ايڪتا جي ڪمري ۾ هوريان هوريان پير رکيو هو پر سامهون هڪ وڏي موڙي تي ايڪتا ويهي ڪلي رهي هئي. اروڻ جا ٻئي پار ايڪتا جي ساڄي- کاٻي وينا هئا. ڪمري ۾ چيزن جي چڻ هڪ نمائش لڳل هئي.

اروڻ پڇيو، ”هيءَ ساري نمائش اڄ ڇاجي لڳل آهي؟“

”اروڻ توکي ياد آهي جڏهن اسين ننڍڙا هئاسين ته هن آلبم لاءِ ڏاڍو لڙيا هئاسين؟“

”ممي اهو توکي ڏنو هو. فيصلو تنهنجي حق ۾ ٿيو هو.“

”پر ان جي بدلي ممي تڏکي نئون رڪيٽ وٺي ڏنو هو.“

”رڪيٽ ته هونئن به وٺي ڏيڻو هوس پر نالو ٿيو ته رڪيٽ مون هن جي بدلي مليو هو.“

”ان ڪري توکي چيڙائڻ لاءِ مون اهو سالن تائين سانڍي رکيو هو.“

”ڏون هرڪا چيز ائين ئي سنڀاليندي هئينءَ ڇڻ ڪنهن ڏينهن سڀني چيزن جي تواريخ لکڻي هجئي. سڀني جا خط به تو وٽ ضرور سانڍيل هوندا، خاص ڪري رگهوءَ جا هو چاهي نوڪر جي هٿ اينرو ئي لکي موڪليندو هو ته هو اڄ دير سان ڪاڏو ڪائڻ ايندو،

تون اها چٽڪي ۾ سنڀالي رکندي هئينءَ.“ اروڻ کي رگهوءَ جي خطن جي ڳالهه ڪندي لڳو ته ايڪتا کي خوشمزاج ڏسي ڪيس رگهوءَ جي ڳالهه نه ڪرڻ ڪپندي هئي. پر ڳالهه هن جي وات مان نڪري چڪي هئي، هو چڙ چپ ٿي ويو. ايڪتا جي خوشفهميءَ ۾ ڪو فرق نه پيو. چوڻ لڳي....

”توکي هو بنگالي آرٽسٽ ياد آهي- مسٽر سين؟“

”ياد آهي.“

”هڪ پيري تنهنجي ڪمري ويهي چانهه پيئندي هن منهنجو اسڪيچ تيار ڪيو هو. مون اسڪيچ ڏسي چيو هو- (هاريبل)“

” ( هاريبل ) تــه ٿيڻو ئي هو . تون اسڪيچ تيار ڪرائڻ وقت پنهنجي شڪل خواه مخواه بگاڙي رهي هئين.“

” ڪيس تنگ، ڪري رهي هيس، پر اهو هاريبل اسڪيچ اڃا تائين مونوٽ سنڀالي رکيل آهي. ڏس!“

”هونئن هو آرٽسٽ تمام سٺو هو. تڏهن مشهور ڪرنه هو. پر اڄ تمام وڏو آرٽسٽ مڃيو ويندو آهي.“

”مون کي خبر آهي. توکي مليو آهي ڪڏهن؟“

”مون توکي هڪ پيري ٻڌايو هو- مليو هو، پر سڃاڻڻ کان ٻاهر هو. پنجن سالن ۾ ئي سندس عمر ويهه سال وڌيل پئي لڳي.“

”مونکي خبر آهي، پر مان پڇي رهي آهيان- انڪانپوءِ؟“

”نه، ان کان پوءِ نه مليو آهي. ٻڌو آهي هينئر هن گذريل سال شايد شادي ڪري ڇڏي آهي.“

”شايد شادي جو مطلب؟ سڌيءَ طرح چئه، شادي ڪري ڇڏي اٿائين.“

”خبر ناهي شادي آهي، ڇا آهي، بلڪل عجيب ڍنگ سان زندگي جيئڻ لڳو هو. توکي معلوم آهي ڪجهه سال اڳ هو پئرس به ويو هو. هن خود ئي مونکي گهڻو ڪجهه ٻڌايو هو پر مون اهو توکي نه ٻڌايو هو.“

”ڇو؟“

”ائين ئي ويچاري ”لور جي اميج“ تنهنجي من مان ٽٽي پوي ها.“

”منهنجي من ڪا ”اميج“ (تصور) آهي ئي نه.“

”ڪا اميج هو ويچارو ٻڌڻ نه چاهي پيو. توکي به جڏهن هڪ دفعو بعد ۾ مليو هو، توکي چئي رهيو هو ته توکي جيڪڏهن رگهوءَ کان طلاق وٺڻو هجي ته مون کي ضرور ٻڌائج.“

ايڪتا کلي کلي ڇڻ ٻيٺي ٿي ويئي ۽ چوڻ لڳي. ”ان ڳالهه کي به پنج سال ٿي ويا هوندا. تڏهن مان بلڪل ڪانه سوچيندي هيس ته مان هڪ ڏينهن رگهوءَ کان طلاق وٺنديس. نه ته کيس چئي ڇڏيان ها، چڱو انتظار ڪج.“

ايڪتا جڏهن کان آئي هئي هن ياءُ سان اها ڳالهه

ڪانئہ ڪئي هئي. اڄ اچانڪ ڪيائين، پر ايتري سادگيءَ سان، جڻ اها ڪا وڏي ڳالهہ نہ هجي. ۽ پوءِ کلندي کلندي افسوس سان چوڻ لڳي- ”ويچاري نو سال انتظار ڪيو، هڪ سال اڃا بہ ڪري ها. ڏهين سال تي اچي هارائي ويٺو.“

اروڻ بہ گنڀيرتا جي بار کي هلڪو رکڻ لاءِ چيو- هينئر خط لکان ڪيس؟ جي پڙهيڻ تائين هو پنهنجي بنگالڻ کي طلاق نہ ڏيئي آيو تہ ڏهن ڇڏيج.“

”خط لکڻو هوندو تہ مان خود لکنديس، ايتري احسان جو ضرور ڪونهي. نوان حساب ڪتاب پوءِ شروع ڪنديس، پهرين پهريان چڪائي وٺان.“

( ۳ )

مهو واروگهر ايڪتا ۽ سندس پاءُ اروڻ کي ورهاست ۾ مليو هو. ٻڌايو بہ ڪجهہ ان خيال کان ويو. هوءَ جڏهن ٻاهر ويندي هئي تہ پنهنجي حصي مان هڪ ڪمرو بند ڪري ويندي هئي، باقي بہ ڪمرا کليا رکي ويندي هئي. انهن ٻنهي ڪمرن مان هڪ ۾ اروڻ پنهنجو دفتر بنايو هو، هڪ ائين ئي خالي رهندو هو- ڪنهن آئي وئي لاءِ. ايڪتا جي ننڍڙي لئبرري بہ هن ڪمري ۾ هئي. اڄ ايڪتا جڏهن ڪو ڪتاب ڪڍڻ لاءِ هن ڪمري ۾ آئي تہ هن جي پاپي بہ اتي ويٺي هئي.

ڪا عورت ساڻس ملڻ آئي هئي، هن سان ڳالهيون ڪرڻ لاءِ اتي ويٺي هئي.

”ايڪي، تو سڃاتو ڪانه چاچي جگيندر ڪورکي؟“ ڀاڀيءَ الماريءَ مان ڪتاب ڪيندي ايڪتا کي چيو.

”چاچي جگيندڙ ڪور؟“

”گهڻا سال اڳ اسان جي پاڙي ۾ رهندي هئي - پوءِ هنن جي بدلي دهليءَ ٿي وئي هئي - توکي ياد آهي نه؟؟ هينئر هي وري واپس مهو اچي ويا آهن.“

”اوه چاچي! هينئر سڃاتم.“

”مان چوندي ڪانه هيس ڏيءَ ته منهنجي ته شڪل ئي بدلجي ويئي آهي.“

”چا ٿيو چاچي، توکي دهليءَ جو پاڻي نه وڻيو ڇا؟“

”هي مرد، جڏهن پاڻي وڻين تڏهن اچن....“

”سچ ٻڌاءِ چاچي، چاچاجيءَ جي اينتري همٿ ٿي ڄو هو....“

”ڪجهه نه پڇ ڏيءَ! مان جي روئي ڌوئي بدلي نه ڪرايان ها ته تنهنجي چاچي کان همٿ ڌوئي ويهان ها.“

”پر چاچي! تون سندس روز جو حساب ڪتاب پورو رکين ها نه!“

”تون ئي مون سان مذاق ڪندي هئينءَ ته مان تنهنجي چاچي جي پگهار جو پئسو پئسو به لکي ٿي رکان ٿي—“

”سندس وقت جو به ته ڪٿي بيٺو، ڪٿي ويٺو،

ڪنهن سان گڏ دفتر ۾ ڳالهه ڪيائين، ڪنهن سان گڏ رستي ۾، تڏهن ته مون تنهنجو نالو لال وهي رکيو هو."

"اڙي ڏيءَ! مان اها ڳاڙهي وهي نه رکان ها ته تنهنجي چاچي اج تائين ڪاڏو ڏي ختم ڪري سونکي ڏيکاريو هجي ها."

"چاچي، تون ڏاڍي سياڻين آهين. مان تہ هميشه تنهنجو مثال ڏيندي آهيان." پاپيءَ پهرين جگيندر ڪور کي ڏنو، وري اکيون چورائي ايڪتا طرف ڏسي کلي پيئي.

"پاپي، تو چاچيءَ جو مثال ڏيڻ شروع ڪيو آهي ته مان چاچيءَ جو نالو لال وهيءَ مان بدلائي روشن منارو رکان ٿي- چاچي روشن منار."

"تون مذاق ٿي ڪرين ڏيءَ! پر تون ڳالهه ٻڌين ته سچ پچ سمجهڻ جوڳي ڳالهه آهي. مون جهڙيون عورتون ڳنڍيو جون پڪيون هجن ته گهر وسندا آهن."

"چڱو چاچي! سمجهاءِ" ايڪتا کلي ڪري پاپيءَ طرف ڏٺو ۽ پوءِ هڪ اونچو موڙو سيري چاچي جگيندر ڪور جي پرسان اچي ويٺي.

"توکي خبر آهي ته مون شروع کان ئي تنهنجي چاچي جو لغام ذرا ڇڪي رکيو هو. دهليءَ بدلي ٿيا ٿي، لڳو لغام ڍلو ڪرائڻ، ته منهنجي اج دفتر ۾ ڊيوٽي آهي ته مان ولائت مان آيل ميم صاحب کي آگري جو تاج محل ڏيکاري اچان."

”سرڪاري ڊيوٽيون ائين ٿينديون آهن چاچي!
پرديسي مهمان جڏهن ايندا آهن. پر اهي صرف ميمون
نه پر صاحب به ٿيندا آهن.“

”تون ڪلمي رهين آهين. مون کي پتو آهي صاحب
به ٿيندا آهن پر هي اسان جا ماڻهو ميمن سان ڳالهيون
ڪري ڏاڍو خوش ٿيندا آهن. پهرين ته مان چپ رهيس
ته نوڪريءَ جو معاملو آهي.“

”ته ڇا نوڪريءَ جو معاملو نه هو.“

”هئو ته نوڪريءَ جو ٿي معاملو، پر اهڙي نوڪري
مون کي ڇا ڪرڻي هئي جو مرد ٿي گم ٿي وڃي. جڏهن
اچڻ تي ڪوٽ سنگهان يا رومال ته ان مان عطر جي
خوشبوءِ ايندي هئي.“

”ڪنهن پنهنجي ديس جي سوغات ڏني هوندس.“

”ها، ها پهرين ڏينهن عطر سنگهايائون، ٻئي ڏينهن...“

”ٻئي ڏينهن ڪلورو فارم....“ ايڪتا ٺهڪ ڏيئي
کلڻ لڳي.

”اهو به ڪلورو فارم ٿي ٿيندو آهي ڌيءَ، مردن
کي پوءِ سڌ ٻڌ نه رهندي آهي. ٻيءَ ڪا هجي ها ته
مرد هٿان وڃائي ڇڏي ها. هڪ ڏينهن سون تنهنجي
چاچي جو ڪوٽ سنگهيو، ان جي ڪيسن کي به سنگهيو.
مان مري ويس! سگريٽ جي بانس آئي. هن ڏاڍو ٿي
ڇيو ته هڪ صاحب دهليءَ مان ويندي سگريٽ خريد

ڪيا هئا، سندس ڪيسي ۾ سپ پاڪيٽ نہ ٿي آيا ان ڪري بہ پاڪيٽ هن منهنجي ڪيسي ۾ رکي ڇڏيا هئا پر مون هن جي هڪ بہ نہ ٻڌي. هن ڪي چا هو، هو تہ نوڙي ٿوڙائڻ آيو هو."

"سو چاچي نوڙي! پوءِ چا ٿيو؟"

"تون چاهي مون کي نوڙي ڪري سڏين، چاهي چاچي لال وهي، پر هيءَ صلاح توکي ڪم ايندي. ياد رکج."

"مان تہ شايد ٻئي جنم ۾ بہ ياد ڪنديس چاچي، پر چاچو تہ ويچارو هن جنم ۾ ياد ڪندو هوندو. سچ چاچي، غصو نہ ڪجانءِ...."

"مون‌کي خبر آهي تنهنجو سپاءُ ڪلڙ-ڪيڏڻ جو آهي، تنهنجي ڳالهہ تي مان غصو نہ ڪندي آهيان. هونئن سپاڻن جو چيو ۽ آورن جو ڪاڏو..."

"سچ چاچي، تون آورن جو آچار ڏاڍو سٺو وجهندي هنئينءَ. اهو تنهنجو اڌ ڀهاڪو مون کي پسند آهي، چڱو اڌو اڌ ڪر. سپاڻن جو چيو تنهنجي لاءِ، آورن جو آچار منهنجي لاءِ."

"جهڙي چنگاري! ڳالهين سان گهر ٿي پورو ڪري ڇڏين."

"چاچي چنگاريون گهر پورا نہ ڪنديون آهن جلائينديون آهن."

”اهو تہ مان توکي ائين ٿي چنگاري چئي وينيس.“

”چنگاري تہ مان آهيان چاچي! هوندن ٻين چنگارين جهڙي ناهيان، اهي تہ پراون جا گهر جلائيندڙيون آهن. مان....“ ايڪتا پنهنجو پاڻ کي خود ئي وچ ۾ ڪٽي ڇيو ”ڇئبو تہ چاچاجي صحي سلامت واپس اچي ويا آهن!“

(٤)

اڪيون ڪنهن سوچ ۾ ٻڏل هيون. ايڪتا جڏهن گهر ۾ روٽي پچائڻ واري رامپياريءَ کي ڏسندي هئي، هن جون اکيون اهڙي ئي سوچ ۾ ٻڏي وينديون هيون. رامپياريءَ جا ڪارا وار هن پچندا ڏٺا هئا، وري پڪل وار سفيد ٿيندا ڏٺا هئا. هن جي مرجهايل عمر جي ڇايا ۾ وري ٻيون ڇاياڻون ملنديون ويون هيون. هن جي جوان ڌيءَ بہ وڌوا ٿي ويئي هئي، وڌوا ماءُ وٽ اچي رهڻ لڳي هئي، ۽ ان ڪان پوءِ وري هن جي نونهن بہ وڌوا ٿي ويئي هئي ۽ هيءَ رامپياري چڻ هڪ جنم ۾ هڪ جنم جو نہ، ٽن جنمن جو وڌاپڻو ڪاٽي رهي هئي.

سڀن ڏينهن ۾ رامپياري ايڪتا جي ماءُ - پيءُ جي مسواڙڻ هئي. مسواڙڻ هينئر بہ هئي پر سڀن ڏينهن ۾ پهرين هوءَ پنهنجي مڙس جي ڪمائيءَ مان مسواڙ ڏيندي هئي، پوءِ پنهنجي پٽ جي ڪمائيءَ مان. پر

هينئر هوءَ ايڪتا جي ڀاڀيءَ جي گهر ۾ وقت روٽي پچائي، ان روٽي پچائڻ جي روپ ۾ مسواڙ چڪائيندي هئي. هن جي ننڍن ٻن ڌيءَ ويهي ماڻهن جا ڪپڙا سبنديون هيون. هونئن ڪڏهن رامپياري بيمار هجي ته ان جي بجاءِ انهن ڀينهي مان ڪا روٽي پچائڻ ايندي هئي ٻئي ننڍن ٻه ڌيءَ جي عمر لڳ ڀڳ هڪ جيڏي هئي ٻه ڪو وقت هو جڏهن ڀينهي جي عمر جو هن رامپياريءَ جي عمر سان فرق نظر ايندو هو پر هينئر ٽيهي ڄڻ هڪ عمر جون ٿي ويون هيون. هنن ڀينهي جي عمر رامپياريءَ جي عمر سان اچي ملي هئي. ورهين جي شڪل ۾ نه ـ دکن جي شڪل ۾ ـ هڪ جهڙي دک ۾ شايد شڪليون به هڪجهڙيون ٿي وينديون آهن. ايڪتا هڪ کي ڏسندي هئي ته هوءَ بلڪل ٻي جيان لڳندي هئي. ٻيءَ کي ڏسندي هئي ته هوءَ بلڪل ٽين جيان لڳندي هئي. گهر ۾ هڪ ٻيبي هئي، رامپياريءَ جي پوٽي، مشڪل سان ڇهن سالن جي هئي. ايڪتا هن جو ننڍڙو چهرو به ڪيترائي پيرا ڏٺو هو ٻه هر دفعي هن کي لڳندو هو ته ننڍڙو چهرو هڪ ڏينهن ۾ هڪ ڏينهن جيترو وڏو نه ٿي سگهيو هو، هڪ ڏينهن ۾ هڪ سال جيترو وڏو ٿي ويو هو.

صبح کان وٺي چانهه وارا برتن اجا صاف ڪرڻ لاءِ پيا هئا، رامپياري صاف ڪري رهي هئي. ايڪتا جي

نندي پائنتي ماني ڪائڻ جو ضد ڪيو هو. ٻار جي ماءُ هن جو ڌيان ٻئي طرف لڳائي رهي هئي تي هو ١٥-٢٠ منٽ ترسي جيئن رامپياري برتن صاف ڪري، مانيءَ پچائڻ لاءِ واندي ٿئي. پر ٻار جو ڌيان ٻئي طرف نه لڳي رهيو هو. هن ماءُ جو پيڇو ڇڏي ايڪتا جو هٿ پڪڙيو "آنٽي".

ڪڏهن ڪڏهن ايڪتا جي من ۾ ڪنهن هنڌ ڪجهه چڀي ويندو هو. رگهوءَ کي ٻار بلڪل پسند نه هئا، ان ڪري ايڪتا کي ڪوئي ٻار نه ٿيو هو. ڪجهه سال اڳ جي ڳالهه آهي، هڪ ڏينهن ايڪتا رگهوءَ لاءِ ناشتو تيار ڪري رهي هئي. هڪ بيضي کي ٽوڙيندي ان جي پيلي حصي ۾ پيل گهريون لال ليڪو ڏسي، هوءَ ڏسندي رهجي ويئي. هڪ هنڌ هڪ ڪارو ٽڪو هئو، چوطرف ڊگهيون ۽ لال لڪيرون هيون. اهي لال لڪيرون هڪ عبارت جيان ٿي ويون ۽ بيٺي بيٺي ايڪتا کي هڪ عجيب خيال آيو ته اها عبارت هڪ خط جي هئي جيڪو ڪيس، سندس ان ٻار لکيو هو - جنهن ڪڏهن هن جي ڪک مان جنم نه ورتو هو. ايڪتا جي جسم ۾ ڇڻ ٽرٽراهٽ پيدا ٿي ويئي هئي. هوءَ بيٺي بيٺي ٿرڪي رنڌڻي ۾ رکيل هڪ اسٽول تي ويهي رهي هئي. رگهوءَ ناشتي جو انتظار ڪندي جڏهن ايڪتا کي رنڌڻي ۾ اسٽول تي ويٺي ڏٺو، ته ايڪتا کان رهيو نه ويو.

هن رڳهوءَ کي اها ڳالهه ٻڌائي. ”چري“ رڳهوءَ چيو هو ۽ کلي ڏنو هئائين. ان ڏينهن ايڪتا شرمائجي ويئي هئي. ان کان پوءِ هن ڪڏهن رڳهوءَ کي اهڙي ڳالهه نه چئي هئي پر اها ڳالهه هن جي اندر تائين لهي ويئي هئي ۽ جنهن جي چوطرف ”چپ“ بيضي جي سفيد ۽ سخت کل وانگر چڙهي ويئي هئي. ان چپ کي ايڪتا ڪڏهن به ٽوڙيو نه هو پر گهر ۾ رکيل مرغين کي ايڪتا ڪڏهن ڪڏهن ائين ڏسندي رهندي هئي ڄڻ انهن ايڪتا جي من جي ڳالهه کي ڄاتو پئي، سمجهيو پئي، ڪا مرغي جڏهن پرن جي گرمائش ۾ هڪ بيضي کي ڪيترا ڏينهن لڪائيندي ۽ گرم ڪندي هئي، پوءِ هڪ ڏينهن چهنب هڻي کل کي ٽوڙيندي هئي ۽ ٻنهنجي ٻار کي آزاد ڪندي هئي، ته ايڪتا کي لڳندو هو ته اها مرغي ان ڏينهن ايڪتا طرف خاص طور سان ڏسندي هئي. ڄڻ چئي رهي هجي ”ڪيتري سٺي ڳالهه آهي، بس ائين ڪنديون آهيون، بس ائين....“

ڳالهه جيئن جيئن جهوني ٿيندي ويندي هئي، ايڪتا کي لڳندو هو، ڳالهه جو سفيد پيلو رنگ به جهونو ٿيندو ٿو وڃي. ان ۾ هڪ ڪارو ٽڪو ملندو ويندو هو ۽ اهو هڪ اهڙو ٽڪو هو جنهن مان ڪڏهن ڪوئي نقش نٿي اڀريو. جو ڪجهه ان مان اڀرندو هو ته صرف پراڻي ۽ آلي سپني جي بوءِ!

ايڪتا پنهنجن ننهي پائنيئن سان گڏ روز ڪلندي ۽ کيڏندي هئي- بلڪل سياويڪ جيان پر ڪڏهن ڪڏهن هن جو لڳيل هڪ ننڍڙو هٿ هن جي لاءِ سياويڪ نه رهندو هو. هٿ چڙهن جي بدن تي نه، هن جي اندر هڪ نازڪ جڳهه تي لڳي ويندو هو- هڪ نهن جيان چڀي ويندو هو.

”اڄ مان توکي ماني ڪري ڏيان.“ ايڪتا ڪنهن سپني جي بوءِ مان چرڪي ڇيو ۽ پنهنجي پائنيئن کي رنڌڻي ۾ وهاري انهن اڳيان هڪ پليٽ رکي، ماني پچائڻ لڳي.

رام پياري جي پوٽي ڪنتي پنهنجي ڏاڏيءَ سان گڏ آئي هئي. ڪيترا ڀيرا ايندي هئي. ايڪتا کي ماني پچائيندو ڏسي حيران ٿي. ”ميم صاحب، ماني ٿا پچايو.“ ڪنتيءَ ڇيو ۽ کلڻ لڳي. ايڪتا ڪيترا ڀيرا کيس چيو هو ته هوءَ هن کي ”ميم صاحب“ ڪري نه چوي پر ٻارڙي کي هن جي ڳالهه ڪڏهن به سمجهه ۾ نه آئي هئي. چاهي ايڪتا هن کي ٻڌايو هو ته هوءَ کيس صرف ٻيبي يا ايڪتا ٻيبي چوندي ڪري. پر ٻارڙيءَ کي لڳندو هو، ٻيبي ته ماڻهو هن جي ماءُ کي به چوندا آهن، پوءِ هوءَ ايڪتا کي يا سندس پاپيءَ کي ٻيبي چوي ته هن جي ماءُ ۽ هنن ۾ ڪهڙو فرق رهندو.

”تون ماني کائيندين؟“ ڪنتيءَ، ايڪتا ڪلي

ڪري ٻار ڪان پڇيو. هوءَ ايڪتا کي جواب ڏيڻ بجاءِ پنهنجي ڏاڏيءَ ڪي ڏسڻ لڳي.

”امان غصي نہ ٿيندي، اچ ماني کاءُ!“ ايڪتا وري هڪ دلاسو ڏيندي ٻار کي چيو.

”وچ ، کاءُ جيڪڏهن کائڻي هجئي تہ“ جيستائين رام پياري ائين نہ چيو ، ڇوڪري ائين چپ ٿي چپ ويٺي رهي. پوءِ ٿيري ايڪتا جي پرسان اچي ويٺي.

ايڪتا جڏهن ان جو هڪ پيڙو ٺاهي ، پيڙي کي ويلڻ لڳي تہ ڇوڪريءَ انگل ڪندي چيو. ”مان مڇي کائينديس“ سبزي ٺهيل هئي پر مڇي يا ماس جي ڪائي چيز ڪانہ ٺهيل هئي. ايڪتا ڪجهہ حيران ٿي چيو ”اج تہ صرف مٽر ۽ پٽاٽا ٺهيل آهن، گوبي ٺهيل آهي يا رات جي هڪ سبزي....“

”هيءَ بانولن جهڙيون ڳالهيون ڪندي آهي ....“ رام پياري چئي رهي هئي ان وقت ڇوڪريءَ پرسان اچي چيو ”مان مڇي ٺاهيان ٿي ، توهان ان کي تئي تي پچايو.“ ۽ ڇوڪري ويليل مانيءَ جي پرسان اچي ڪپ سان مانيءَ تي هڪ مڇيءَ جي شڪل ٺاهي.

”هيءَ ائين ڪندي آهي. ائين ئي اٿو گهوهيندي آهي. ڪڏهن گول مانيءَ بدران ڊگهي بڻائيندي آهي تہ هيءَ مڇي ٺهي وئي ، هي مرغو بڻجي ويو ....“

رامپياري چوندي چوندي چوڪريءَ کي چيڀڙ لڳي
”اسان نڇاڻ کهڙا پاپ ڪيا آهن، پنهنجي هوش ۾
ته ڪنهن جانور کي به نه ستايو، پر ڪنهن جنم ۾ ته
ڪيو ئي هوندو. پر تون سمجهين ئي نٿي .... توکي
ڪيترا پيرا چيو آهي ته....“

ايڪتا رامپياريءَ جي ڳالهه ٻڌي رهي هئي، هوءَ
ڪپ سان اتي جي ڪٽيل مڇيءَ کي ڏسي سوچي
رهي هئي- هن ننڍڙي چوڪريءَ ۾ مڇي يا مرغي کائڻ
جي بک ته هئي، پر هن جي ڊرائينگ ڪيتري نيڪ
هئي. شايد هن جي اندر ڪا قدرتي سمجهه هئي.

”هيءَ مڇي نهي وئي. مان ٻي ويليان. تون ان
مان مرغو ڏاهيندينءَ؟“

”ها.“

”پوءِ تين ويليان، ته ان مان ڇا ڏاهيندينءَ؟“

”پوءِ مون کي بک ئي نه لڳندي.“

ايڪتا سوچيو، ڪنهن وقت ڪاغذ ۽ پينسل ڏيئي
هن کي وري چونديس ته هوءَ ڪاغذ تي مڇي ناهي ۽
ڪجهه ٻيو به. چوڪري پنهنجي ئي موج ۾ وري چوڻ
لڳي ”مان ڪيلو، سنترو، انگور سڀ ڪجهه ان ريت
ناهي سگهندي آهيان.“

ان وقت ايڪتا ڪجهه نه چيو. انڪانپوءِ چوڪريءَ
کي پنهنجي ڪمري ۾ وني ويئي. هنکي ڪاغذ ڏنائين،

پينسل ڏنائين ۽ چيو ”چگو، هاڻي هن تي چاهي ڪيلو- سنترو ناهہ چاهي جيڪي ڪجهہ تون چاهين.“

”ان مان ڪهڙو فائدو، مان ڪاغذ ٽورو ڏي ڪاڏي سگهنديس.“ ڇوڪري ائين ڪلي پئي ڇڻ هن ڪائي وڏي سياٽپ جي ڳالهہ ڪئي هجي. ايڪتا کي بہ ڪل اچي ويئي- پر پوءِ دک ٿيس. ڇوڪري جنهن بہ چيز کي سوچيندي هئي صرف بک جي روپ ۾ سوچيندي هئي. هڪ بنيادي بک جي روپ ۾.

”جسم جي بنيادي بک کان پوءِ جڏهن هن جو من جي بنيادي بک سان واسطو پوندو....“ ايڪتا جي من ۾ هن ڇوڪريءَ جا اچڻ وارا ورهيہ اچي ويا- اهي ورهيہ جيڪي هينئر هن جي پنهنجي مٿان اچي چڪا هئا.

”هن ۾ ۽ مون ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ هيءَ اصلي مچي نٿي ڪاڏي سگهي، اتي مان ان جي شڪل ناهي سيڪي ڪاڏي سگهي ٿي. مان جو ڪجهہ جيئڻ چاهيان ٿي، جي نٿي سگهان. سپنن ۾، ڪتابن ۾ ان جو پاڇو ڏسي ان جي آرزو ڪري جي سگهندي آهيان؟ ايڪتا پنهنجي سوچ ۾ بڏل هئي، جنهن وقت هن آلين اکين سان ڏٺو — ڇوڪري ڪمري مان ٻاهر نڪري وڃي ورانـدي ۾ ويٺي هئي ۽ ورانـدي ۾ بيهي ٻاهر جـي ننڍڙي باغيچي ۾ ڪنهن شـيءِ کي ڌيان سان ڏسـي

رهي هئي.

”چا ٿي ڏسين ڪنتي؟“ ايڪتا ورانڊي ۾ وڃي چوڪريءَ جي پرسان بيهي ڏيري پڇيو. چوڪري آسمان طرف ڏسي رهي هئي.

”هن سرڻ کي.“

”تون ڪاغذ تي سرڻ جي شڪل ناهي سگهين ٿي؟ چڱو، ڪاغذ تي نه مانيءَ تي.“

”مان سرڻ کي ڪاڻي نٿي سگهان، ڪوئي به نٿو ڪاڻي سگهي. ان کي ڪوئي به پڪڙي نٿو سگهي، جهٽ اڏامي ويندي آهي.“ سرڻ هيٺئر آسمان ۾ ڪا نه ٿي ڏسڻ ۾ آئي، پر چوڪري اڃا به آسمان طرف ڏسي رهي هئي.

ايڪتا کي لڳو، هن جو سوال غلط هو ڇو ته چوڪري هر چيز کي بـک سان جوڙي سوچي پيئي. هن ڪجهه حيران ٿي پڇيو– ”پوءِ سرڻ ڇو ڏسي رهي هئين؟“

”منهنجي سرڻ ناهڻ تي دل پئي ٿي.“ چوڪريءَ هڪ دفعو ايڪتا طرف ڏٺو ۽ پوءِ ڦيرين وانگر آسمان طرف ڏسڻ لڳي.

”تنهنجي سرڻ ناهڻ تي دل پئي ٿي، سرڻ جي شايد چوڪري ناهڻ تي دل ٿيندي هوندي– ڪنتي بمجڻ جي.“ ايڪتا کلي ويئي.

”نہ، سرڻ جي ڇوڪري ڏاهڻ تي دل نہ ٿيندي هوندي.“

ڇوڪريءَ جا سڀ جواب سادا هئا پر فيصلي جيان ڏنل. ايڪتا ڪجھ حيران ٿي وري پڇيو ”تو کي ڪيئن خبر آهي تہ سرڻ جي ڇوڪري ڏاهڻ تي دل نہ ٿيندي هوندي، ڪهڙي خبر ٿيندي هجيس.“

”ٿيندي ئي نہ هونديس.“

”ڇو؟“

”ڇو تہ ڇوڪريءَ کي پر نہ هوندا آهن.“

ڪنتيءَ جي ”ٻال فلاسافيءَ“ ايڪتا جي من ۾ هڪ لڪير ڪينچي ورتي. هيءَ لڪير ايڪتا جي پريشانيءَ سان جڙيل هئي. بلڪل بيگاني هئي– اڄ جي ٻال ڪنتيءَ جي پريشاني، اڇڻ واري سياڻ جي جوان ڪنتيءَ جي پريشاني ۽ هڪ نہ پر ٻي حساب ڪنتيءَ جي پريشاني.

”جيڪر مان سرڻ ٻڌجي وڃان، پوءِ ڏاڍي موج ٿيندي.“ ڇوڪري پنهنجي موج ۾ چئي رهي هئي.

”پوءِ تون جيڪر ڇا ڪرين؟“

”سڄو ڏينهن اڏامندي رهان، اڏامندي رهان ۽ جڏهن بک لڳي، هيٺ اچي جتي ماني پيئي هجي، اتان ماني کڻي وڃان ۽ منٽ ۾ اڏامي وڃان.“

ماني ڪمائڻ ۽ ماني ڇنڻ جي وچ جو فرق ڇوڪري نہ سمجھي سگھي هئي. ان فرق جو سوال ٻہ هن وقت

نہ ھو. ھن صرف ڪلاڻ ۽ اڏامڻ پئي چاھيو. ٻہ وڏيون ساديون ڳالھيون ”پر اھي ٻئي ڳالھيون ھن دنيا ۾ سڀ کان مشڪل آھن.“ ايڪتا ڏيري چيو ”اڄ جي ڇھن ورھين جي ڪنتيءَ کي ٻہ، اڇڻ واري سپاڻ جي ويھن ورھين جي ڪنتيءَ کي ٻہ ۽ اڇڻ واري پرھينءَ چاليھين ورھين جي ڪنتيءَ کي ٻہ...“

(٥)

ايڪتا کي لڳو، ھن جي من ۾ بلڪل انڌيرو تہ نہ آھي، پر ڪجھہ انڌيرو ضرور آھي. زندگيءَ جي ڪنھن گھڙيءَ يا ڪنھن پل کي پڪڙي ھن جاڳائڻ چاھيو. ڪيئي نندا نندا خيال آيا پر من ۾ رکيا نہ— ڇڻ ھڪ موم بتي ھئي جنھن کي جلائڻ لاءِ ھوءَ بار بار ماچيس جون تيليون جلائي رھي ھئي، موم بتي جلي نہ رھي ھئي ۽ ھر ھڪ تيلي ھڪ ھلڪي روشني ڏيکاري وري وسامي پئي ويئي.

ٻرندڙ — وسامندڙ روشنيءَ ۾ آخر موم بتي جلي پيئي پر ان جي روشنيءَ ۾ ايڪتا کي پنھنجو نہ ويرا جو منھن ڏسڻ ۾ آيو. ويرا اسڪول جي ڏينھن ۾ ھن جي واقف ٿي ھئي. ڪاليج جا سمورا سال ھوءَ واقف رھي ھئي، پر ڪڏھن اھا واقفيت ھن جي دل جي ساري جڳھہ گھيري ڇڏيندي ھئي تہ ڪڏھن اھا بلڪل غائب

تي ويندي هئي. ويرا سان نہ پر هن جي واقفيت سان
چڻ ايڪتا اکيوت ڪندي رهندي هئي ۽ جڏهن اڄ
ويرا ياد آئي تہ ايڪتا کي لڳو تہ هوءَ ڪيترن ڏينهن
کان ويرا کي ڳولهي رهي هئي.

ويرا وٽان جيڪي ڪجهہ حاصل ٿيو هو. ايڪتا
کي ياد آيو- ننڍڙي هئي، مشڪل سان ١٨ سالن جي
جڏهن ويرا جي ماءُ پيءُ جي هٿان بدلي ٿي ويئي هئي.
ويرا جي امتحانن ۾ باقي ٿي مهينا بچيل هئا، هوءَ ماءُ
پيءُ سان ڪانہ ٿي وڃي سگهي. هاسٽل ۾ بہ ڪانہ
رهي هئي، پنهنجي گهر ۾ اڪيلي رهي هئي. ايڪتا
ذرا ڊڄندي هن کان پڇيو هو— ”رات جو تو کي
اڪيلائيءَ ۾ ڊپ نٿو لڳي؟“

”نہ.“

”رات جو تون اڪيلي....“

”اڪيلي نہ هوندي آهيان.“

”رات جو ڪير هوندو آهي توسان گڏ؟“

”ڪڏهن ڪوئي، ڪڏهن ڪوئي.“

ويرا کلي ڏنو هو، ايڪتا گهبرائجي ويئي هئي.
ويرا چيو هو- ”مثال طور ڪالهہ رات- ڪالهہ رات
آءِ واز سليپنگ وٿ سامرسيٽ مام، ۽ اڄ منهنجو خيال
آهي آءِ ول سليپ وٿ هيمنگوي.“

”هٽ مئي.“ ايڪتا خوشيءَ ۾ ٻيٺو ٿيندي هنکي

چيو هو، "يو سلي گرل." هوندن بعد ۾ جڏهن ايڪتا اڪيلي وٺي هئي ته هنکي لڳو ته هن ويرا کي چيو آهي "يو ونڊر فل گرل." ۽ ان ڏينهن کان پوء امتحان جي ڏينهن ۾ به ايڪتا کان اها ڳالهه نه وسري هئي. هڪ ڏينهن امتحان جي ڪمري مان ٻاهر اچي، ان ڏينهن جا سوال جواب ملائيندي، هن ويرا جي ڪن ۾ ڌيري چيو هو. "رات جو تون ڪنهن سان گڏ سمهي هئين؟" ۽ ويرا ڌيرج سان مسڪرائيندي چيو هو— "ٿوري دير ڪامٺو سان گڏ، پوء انگلش لٽريچر سان گڏ، اڄ صبح جو انگلش لٽريچر جو پيپر هو."

"شڪر آهي تو هسٽري نه ڪئي، نه ته هسٽري ۽ سان گڏ سمهي توکي ليسبين ٿي وڃڻو پوي ها." ايڪتا ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳي. ان ڏينهن ويرا به خوب کلي هئي.

ايڪتا کي ياد آيو، هڪ ڀيري ويرا کي بخار ٿي پيو هو. هوءَ ٽي ڏينهن ڪاليج ۾ ڪونه آئي هئي ۽ ايڪتا هن کان خبر پڇڻ لاء جڏهن هن جي گهر ويئي ته ويرا ٻڌايو هو— "مسٽر فلو آيو هو، وڃڻ جو نالو ئي ڪانه پيو وٺي، اڄ مشڪل سان موڪليو ٿيمانس." ايڪتا وري سندس مذاق کي اڳتي وڌائيندي، چيو هو "هيمنگوي ۽ ڪامٺو کان پوء مسٽر فلوءَ جو تجربو ڪيئن لڳو؟"

ويرا گنڀير ٿي چيو هو. ”اٽ واز اي سارٽ آف رئيپ، ڪيس مون سڏايو ڪونه هو، زبردستيءَ آيو هو.“

اهو گهٽ ڏينهن ڪان پوءِ ايڪتا کي پتو پيو هو ته ويرا جي اندر اداسيءَ جي ايڏي ڪنڊ پئجي ويئي هئي جنهن کي ڪنهن ڳالهه سان پري ڇڏڻ مشڪل هو. ويرا تمام ننڍڙي عمر ۾ ٿي تمام وڏي محبت ڪئي هئي. هڪ پيري جڏهن اخبار ۾ هڪ ينگ پائلٽ جي ايئرڪرئش جي خبر آئي هئي، ڪنهن کي اها خبر نه پيئي هئي ته ويرا جي محبت به اڏ آسمان سان ڪري چور ٿي ويئي هئي. اهي چور - چور ٿيل محبت جا ٽڪرا هئا، جن کي ويرا روز ڪلي - ڪلي ميڙيندي رهندي هئي.

جنهن ڏينهن ايڪتا کي اها خبر پيئي هئي، ان ڏينهن جي ڳالهه آهي، ٿوري دير اڳ جي، ايڪتا هن کي سندس جنم ڏينهن جي سوغات ڏني هئي. اها سوغات خليل جبران جو ڪتاب ”سيلف پورٽريٽ“ هئي. ان ۾ هن جي سهڻي تصوير هئي ۽ ايڪتا چيو هو ”آءٌ وود لائيڪ يو ٽ سليپ وٽ خليل جبران، هي از ويري هئنڊسم“ ويرا جواب ڏنو هو ”آءٌ وود لو اٽ“ ان ڏينهن ايڪتا ڪيس فلرٽ ڇوڪري چئي چيڙائيندي رهي هئي. ۽ انهيءَ ڏينهن جڏهن ويرا جي درد هن جي ڪنن ۾ پيو هو، هن جي زبان ڪٽجي ويئي هئي. ان

بعد ڪل ۾ بہ اهو لفظ هن جي واتان نہ نڪري سگهيو هو.

ايڪتا پنهنجي شاديءَ بعد ويرا کان وڇڙجي ويئي هئي. ويرا پنهنجي پڙهائيءَ لاءِ آمريڪا هلي ويئي هئي، جتان هن ايڪتا کي ڪڏهن ڪوئي خط نہ لکيو هو. هن ويندي وقت ٺي چيو هو تہ ڪنهن کي خط لکڻ هن جي عادت ۾ ڪڏهن شامل ٿيو ڪونهي ۽ نہ ٿي سگهندو.

اڄ ايڪتا کي ويرا جي ڀرپور ياد آئي، ايتري جو هن ان وقت اٿي پنهنجي پاءُ کي جاڳائي پڇيو تہ شايد هن کي ويرا جي اها خبر هجي تہ هوءَ اڄڪلهہ ڪٿي آهي.

”مان توکي ٻڌائڻ ڀلجي ويس ايڪي! تنهنجي ويرا اڄڪلهہ هتي آهي، ان ڪاليج جي پرنسيپال، جتي ڪڏهن هوءَ پڙهندي هئي، تون بہ جتي پڙهندي هئين.“

”هن شادي ڪئي آهي يا نہ؟“

”مان هن سان ڪڏهن مليو ناهيان، پر منهنجو خيال آهي، تہ هن شادي نہ ڪئي آهي. هن جو هڪ ڪتاب ڇپيو آهي ويڇڙائيءَ ۾، هتي نہ، آمريڪا ۾. مونکي ڪنهن ٻڌايو هو.“

”هوءَ پرنسيپال آهي تہ هن جو فون ضرور هوندو.“

”ها، فون ضرور هوندو.“

”پنهنجي دفتر واري ڪمري جي چابي مون کي ڏي.“

”هن وقت فون ڪندين؟ ڪافي رات ٿي ويئي آهي.“

”هڪ پيرو ڪري ڏسنديس.... يا سڀاڻ صبح جو سوير ڪنديمانس.“

ايڪتا پاءُ کان چابي وٺي سنلس دفتر وارو ڪمرو کوليو. فون صرف انهيءَ ڪمري ۾ هو. ڊائريڪٽريءَ مان نمبر ڳولهيائين.

”ويرا؟“

”ها، ويرا ڳالهائي رهي آهيان؟“

” مان ايڪي ڳالهائي رهي آهيان تون شايد سڃاڻندينءَ نه.“

”توکي نه سڃاڻنديس؟“

ايڪتا جو خيال هو ويرا جي آواز ۾ ٿڌي دوري هوندي، پنهي جي وچ ۾ ورهين جون وٿيون هيون. پنهي پنهنجن پنهنجن تجربن جو قيد ڀوڳيو هو، ڀوڳي رهيون هيون. قيد صرف اداسيءَ جو ڪانهي، خوشيءَ جو به ٿيندو آهي، زندگيءَ کي ڀلائڻ جو به ٿيندو آهي. گذريل ڏينهن ۾ ايڪتا هن ريت ٿي ورهين بعد ننڍپڻ جي هڪ ساهيڙيءَ ارميءَ سان ملي هئي. ارميءَ سان

اچانڪ هن جي ملاقات بمبئي جي هڪ ڪلب ۾ ٿي هئي. هوءَ پنهنجي مڙس ڪرنل پوريءَ سان ايڪتاکي ملائي جيتريون به ڳالهيون ڪري رهي هئي، ايڪتا کي لڳو هو ڄڻ ارميءَ وٽين جي وچ مان هٿ اڳتي ڪري، هن سان گڏ هڪ ڀيرو هٿ ضرور ملايو هو، پر ڪجهه به نه. هيئر ايڪتا جڏهن ويرا کي فون ڪرڻ لڳي هئي، هن کي هڪڙو ڀيرو ارميءَ سان ٿيل ملاقات جو خيال اچي ويو هو ان ڪري هن نمبر جا به انگ ملائي هڪ دفعو ته رسيور هيٺ رکي ڇڏيو هو. پوءِ فون ڪرڻ لاءِ هن کي به منٽ پنهنجي من کي تيار ڪرڻو پيو.

ارمي جي ملاقات وارو تجربو دهرايو نه ويو. ويرا اها ئي ويرا هئي جنهن جي واقفيت ڪڏهن ايڪتا جي ڏينهن جي توڙي دل جي ساري جڳهه گهيري ويهندي هئي.

”سچ ٻڌاءِ تون هن وقت اڪيلي آهين؟“ ايڪتا پرائي لحضي ۾ پڇيو.

”نه پيائي، اڪيلي ناهيان، تون مون کي فلرٽ چوندي هئينءَ، ياد آهي توکي؟ ان ڪري مون تنهنجي ٽيگڙ لاهڻ لاءِ شادي ڪري ڇڏي آهي.“

”سچ، مان بيحد خوش آهيان ويرا. خبر ناهي ڇو، مون کي اندر ۾ ڪڏهن ڊپ لڳندو هو ته تون شادي

نہ ڪنديئہ“

”سچ پچ تہ تون ائين سوچيندي هئينءَ؟“

”سوچيندي ان جي بلڪل ابتڙ هئس تہ تون آمريڪا جهڙي ائڊوينچرس دېس ۾ رهينءَ، فرانس جهڙي آرٽسٽ ديش ۾ رهينءَ تون فرانس ۾ بہ رهي هئينءَ نہ؟“

”رهي ڪانہ هيس، ڪجھہ ڏينهن لاءِ ويئي ضرور هئس.“

”مان سوچيندي هئس تہ تون اتان واپس ڪا نہ ايندينءَ، ضرور اتي ئي شادي ڪري ڇڏيندينءَ. توکي خبر آهي، مان سئڪالاجيءَ جي نيم حڪيم آهيان. سوچيندي هئس، شايد تون پنهنجي ديش جي ڪنهن جوان سان شادي نہ ڪري سگهندينءَ.“

”رهڻ ڏي، پنهنجي سئڪالاجي.“

”پر مان خوش آهيان تہ منهنجي سئڪالاجي غلط نڪتي. ۽ اهو بہ غلط نڪتو تہ تون شايد شادي ڪانہ ڪندينءَ. سوچيندي ڪجھہ هئس، ٻيو ڪجھہ ٻيو لڳندو هو. مان سپاڻ توسان اچي ملنديس، هن کي بہ ڏسنديس تنهنجي مسٽر.... مونکي هن جو نالو تہ ٻڌاءِ.“

”يو ول بي شاڪڊ.“ (توکي ٻڌي عجب لڳندو)

”ڇو، ڪوئي ٻيو ماڻهو چونديو ائي؟ توکي ٽالسٽاءِ هيمنگوي شروع کان ئي ٻيا، ماڻهو پسند هئا.“

”هن پيري ايبسو ليو تلي ينگ آهي.“

”پر تون هندستاني عورت وانگر سندس نالو نه ڪڻنديءَ؟“

”مون ۾ هندستاني عورت واري ڳالهه شروع کان کهڙي هئي؟“

”پوءِ ان خوشنصيب جو نالو ته ٻڌاءِ.“

”مسٽر پٽن.“

”ماءِ گاڊ —“

”توکي ڇهه ڪونه، ڀو ول بي شاڪڊ.“

ايڪتا کي ياد آيو ته هيمنٽ سندس ڀاءُ ٻڌايو هو ته ويرا جو هڪ ڪتاب آمريڪا ۾ ڇپيو آهي. ايڪتا جو من ويرا جي مهانتا سان ڀرجي ويو، پر ان پهچ جي پنيان ڪيڏي گهري تنهائي هئي، ان احساس سان ايڪتا جو من به ڄڻ اکيون به ڀرجي آيون.

”چپ ٿي وئينءَ، ايڪي؟“

”سوچي رهي آهيان ڪجهه چهرا اهڙا ڇو ٿيندا آهن جنکي هڪ دفعو ڏسڻ کانپوءِ ڪجهه نٿو نظر اچي.“

”ڇا مطلب؟“

”ان پائلٽ ۾ تو خبر ناهي ڇا پاتو هو، ويرا، جنهن بعد تو ٻيو ڪجهه پاڻ جي ضرورت ئي نه سمجهي.“

”اها ڳالهه ناهي، ايڪي! مان تڏهن مشڪل سان ١٨ ورهين جي هئس جڏهن هو....“

”پوءِ هي سڀ ڪجهه ڇو ويرا؟ تون ڪڏهن ڪجهه ڇو نٿي چاهين؟“

”جنهن دنيا ۾ انسان جي قيمت گهٽ هجي، چيزن جي زياده، اتي ڪوئي ڪجهه چاهي ته ڇا چاهي؟ اهو ئي سوچيندي رهندي هئس، هينئر به سوچيندي آهيان، اهو سمجهڻ لاءِ مون لکڻ شروع ڪيو هو، اهو سمجهڻ لاءِ لکندي رهنديس “

”ڪهڙو انسان، ڪهڙيون چيزون، ويرا؟“

”توکي معلوم ناهي، مون کي به بعد ۾ معلوم ٿيو هو. جڏهن ايئر ڪرئش ٿيو هو، هو صرف زخمي ٿي ويو هو. بچي سگهي ها، پر هن کي بچايو نه ويو. هن جي ماءُ ماتيلي هئي، هو بچي ها ته هن جي حصي جي جائداد...“

”ماءِ گاڊ....“

”اهو سڀ ڪجهه ايترو پيمانڪ آهي، ايڪي! مان موت کي وساري سگهيس ٿي، پر ان ڳالهه کي وساري نٿي سگهان ـ جنهن دنيا ڏهن ويهن يا پنجاهه هزارن جي خاطر هن کي نه بچايو، مون کي ان دنيا کان ڇا وٺڻو آهي!“

”پر، ويرا!“

”ها.“

” دنيا صرف هڪ عورت جو نالو ناهي، ان سڀ

پشيمان هڪ عورت جو گناهہ آهي، پر...."

"زندگيءَ کي ڏسڻ کان پوءِ شايد اٿ جڳهہ تي پهچندا آهن جتي تون پهتي آهين پر...."

"پر ڇا، ايڪي؟"

"اهو ٿي تہ هڪ دفعو تون زندگي ڏسين ها، پوءِ چاهي هن جڳهہ تي پهچين ها."

"زندگي مون ڏٺي آهي، ايڪي! پر جيڪا مون نہ ڏٺي ان لاءِ پڇتاءُ ڪين آهي."

"سچ ويرا، تون ائين سوچيندي آهين؟"

"بالڪل."

"هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي- گهڻي ننڍي هئس، پنهنجي پپا جي پرسان ويٺي اسڪول جو ڪوئي ليسن ڪري رهي هيس. پپا پنهنجي هڪ دوست سان ڳالهيون بہ ڪري رهيو هو، مون کي پڙهائي بہ رهيو هو. خبر ناهي، ڪهڙو بحث هو، پپا جو دوست چئي رهيو هو "انسان ڪيترو بہ دلير ڇو نہ هجي، صبر سان اوڻتيهہ ڏينهن تہ ڪاٽي سگهي ٿو، پر آخر ٽيهين ڏينهن هو ٿڪجي پوي ٿو، پڇتائي ٿو ۽ ٽيهون ڏينهن هر مهيني ضرور ايندو آهي." مان اسڪول جو ڪتاب پري رکي چئي ٿي هئس "چاچاجي، فيبروريءَ ۾ ٽيهون ڏينهن تہ ڪين ايندو آهي!" سڀ کلي ويٺا هئا. ان ڏينهن هن مذاق ۾ منهنجو نالو ئي فيبروري رکي ڇڏيو هو، پر اڄ

سوچيان ٿي، اصل ۾ اهو نالو تنهنجو هئڻ گهرجي.“

”تنهنجي مهرباني ايڪتا. پر منهنجي مس فيبروريءَ سان ملڻ ڪڏهن ايندينءَ؟“

”هن وقت رات نه هجي ها ته هينئر ئي اچان ها. صبح جو سوير اينديس، تنهنجي ڪاليج وڃڻ کان اڳ ۾. سوير چانهه جو پيالو تنهنجي هٿ جو اچي پيئنديس....“

صبح صبح جو ايڪتا جڏهن ويرا جي ننڍڙي بنگلي جهڙي گهر وٽ پهتي، هن ڦاٽڪ پرسان بيٺل ويرا کي سڃاڻي ورتو. هوءَ سامهون گلن کي پاڻي ڏيئي رهي هئي. ڏهن ورهين جي عرصي ۾ ويرا جي جسم کي ڀرپور نه بڻايو هو، صرف هن جي منهن جي جوان لالائيءَ کي گنڀير ڪري ڇڏيو هو. ويرا جي منهن جي اها لالائي اڄ به ايڪتا کي ياد هئي، جا ڪنهن وقت چمڪي هن جي منهن تي سرخ ٿي ويندي هئي ته ڪنهن وقت وسامي ويندي هئي. اها پهچان ايڪتا کي هن وقت ويرا جي منهن ۾ ڪانه نظر آئي، تڏهن به هن ويرا کي سڃاڻي ورتو هو.

ڦاٽڪ جي پرسان پيرن جي آهٽ ويرا کي به ايڪتا جي اچڻ جو آڀاس ڏنو هو. هن ڦاٽڪ جي پرسان بيٺل ايڪتا طرف ڏٺو هو، پر هن جي ڏسڻ سان ايڪتا کي هڪ عجيب خيال آيو ته هوءَ هن ڏانهن نه ڏسي

رهي هئي، هن کي پار ڪري ٻري ٻري ڏسي رهي هئي. هڪ پيرو ايڪتا چرڪي پنهنجان نهاريو، پنهنجن طرف، جِتي ويرا جنهن طرف ڏسي رهي هئي، اهو ايڪتا کان پري بيٺو هو. پري ڪٿي به ڪجهه نه هو ۽ ايڪتا کي لڳو جڻ ويرا حال کي نه ڏسي رهي هئي، حال جي ان آخرين حد کي ڏسي رهي هئي، جتي حال جي حد ختم ٿئي ٿي ۽ مستقبل جي حد شروع ٿئي ٿي.

”تو مون کي سڃاتو نه؟“ ايڪتا ڦاٽڪ جي پرسان اچي ويرا کي چيو.

”تو رات جو فون نه به ڪيو هجي ها تہ به سڃاڻان ها.“

”پر هينئر مون کي ائين لڳو هو جڻ تون مون طرف نه، مون کان پري ڏسي رهي هئين.“

”پري؟“

”خبر ناهي ڪيڏانهن!“

”تون مون کي ڪالهه رات مس فيبروري چيو هو، پوءِ مان معلوم ڪانهي پاڻ کان توکان پري مارچ کي ڏسي رهي هونديس.“

”تيهين ڏينهن کي پار ڪرڻ بنا... سچ پچ تون اهائي ويرا آهين. مون کي ڊپ هو تون شايد بدلجي ويئي هوندينءَ.“

ايڪتا جي آواز ۾ پنهنجائپ هئي ۽ هن اڳتي وڌي

ويرا کي ٻانهن ۾ گهيري ورتو.

”مون جيان تنهنجو انتظار ڪري پائي ٻه ڪرم تي ويو هوندو، اسٽوو تي. چانهه لاءِ رکي آئي هئس. هل، اندر هلون.“ ويرا جڏهن اٿين ڇڏي ايڪتا کي اندر ڪمري ۾ وٺي ويئي، ايڪتا کي سڄو ڪمرو ويرا جي هستيءَ جو حصو لڳو. ويرا جي خيالن وانگر وڏي ڪفايت سان سجايل ڪنهن به چيز کي ڏسڻ سان ان جي زياده قيمت جو خيال نٿي آيو، صرف ان رچيءَ جو احساس ٿي آيو جا هنري ٻسم هئي، سادي ٻسم ۾ سنجيده بس. هڪ ديوار تي آسام جي ٺهيل وڏي مورتي ٽنگيل هئي. ان جي اڳيان هڪ پلنگ هو جنهن تي هٿ جي هنر جو ٺهيل هڪ غاليچو هو. ان پلنگ تي هڪ گول وهاڻو هو جنهن جي ڪناري تي چانديءَ جا گهنگهرو ٻڌل هئا. ڪمري ۾ ڪتاب گهٽ هئا، پر اهڙيءَ ريت رکيل هئا جو گهٽ هئڻ جو بوجھ اکين ۾ نه ٿي پيو. پتر جا ٻه ڏڪنڊا پيالا هئا جن ۾ ڪجهه تازا گل رکيل هئا.

”ويرا! تون اڃان تائين بلڪل اڪيلي....“

ڳالهه اڃا ايڪتا جي چپن تي هئي، ويرا کلي ڏنو. ”ڪي اڪيلا ماڻهو ٿيندا آهن جي اڪيلا هلندا آهن، پيا هميشه ڪنهن سان گڏ هلندا آهن پوءِ به اڪيلا هوندا آهن. مان پهرئين قسم جي ماڻهن مان آهيان باقي

تنهنجي موں کي خبر نہ آهي."

"مان بئي قسم جي ماڻهن مان آهيان." ايڪتا ڏيري چهري پر مشڪي ڪري. نہ مشڪي ها، شايد بهتر هئو، ڇو جو مشڪڻ سان هن جو منهن زياده اداس نظر اچڻ لڳو.

"تون خوش نہ آهين، ايڪتا؟"

"ڪيلاڊئپ واٿگر شايد ڏرد بہ بن قسمن جو ٿيندو آهي. هڪ ان انسان جو درد جو ڪڏهن خوشيءَ جي تلاش ۾ ڪيڏانهن ڪين وڃي- جهڙي طرح تون. هڪ ان انسان جو درد جو خوشيءَ جي تلاش ۾ گهران نڪتو هجي، ڏهہ سال ان تلاش ۾ هلندو رهيو هجي ۽ پوءِ ڪيس اهو پتو پوي تہ هو ڪٿي بہ نہ پهتو آهي. اهو انسان مان آهيان."

ڪملاءَ مان پيالي ۾ چانهہ وجهندي ويرا هڪ ڀيرو ايڪتا طرف ڏٺو، ائين چڻ هوءَ هڪ تازي زخم کي ڏسي رهي هجي، چيائين ڪجهہ نہ. پوءِ چانهہ پيئندي ڏيري چيائين "اها ڳالهہ ناهي ايڪي، تہ مان خوشيءَ جي تلاش ۾ ڪيڏانهن بہ نہ ويئي آهيان وڏن ماڻهن سان ملي آهيان. ماڻهو هڪ وڏي ڪتاب جيان آهن، پر ڪنهن پني کي پلٽيندي ائين نہ لڳو تہ مان هن نئي پني جي عبارت کي کولي رهي هئس. گهڻا پنا تہ اهڙا ٿيندا آهن، جيڪي يڪدم اٿلائڻا پوندا آهن.

.... ڪٿي ڪائي سٽ سٺي بہ هوندي آهي پر هڪ اڌ سٽ جي لاءِ....؟

ويرا فقرو اڌ ۾ ئي ڇڏي ڏنو ۽ ڪلي پٽي ڇوڻ لڳي. ”ان منهنجي فلاسافيءَ کي تون، مون تائين ئي رهڻ ڏي.“

”تون وڏي همت واري آهين، ويرا!“

”صرف ايتري همت، تہ منهنجو هٿ پڪڙي مونکي منجهيل راهن تان پار لنگهائي ٿي، نہ تہ مان ڪنهن منجهہ ۾ ضرور بيٺي هجان ها، منجهہ تہ خير وقت پاڻي دور بہ ٿي ويندا آهن گهڻا ضدي ڪين ٿين، پر انهن جون ڇڏيل نشانيون ڏاڍيون ضدي ٿينديون آهن، منجهہ لهي بہ وڃن اهي قائم رهنديون آهن.“

”نشانيون؟“

”اهي نشانيون ئي هونديون آهن — هٿ ۾ پيل منڊي، سيٿڌ ۾ پيريل سندور يا....“

”ها، ويرا.“

”تنهنجي ڇهري تي ظاهر سوچ جون لڪيرون مان ڏسي سگهان ٿي ايڪي!“

ايڪتا هٿ سان پنهنجي ڇهري کي ڇهيو، ساڄي طرف ڇهري تي لٽڪيل وارن آڱرين سان پري ڪيو.

پوءِ ايڪتا پنهنجي هٿن کي غور سان ڏٺو، مٺين کي کولي ۽ پيڪوڙي ۽ جڏهن هن اکيون مٿي ڪري

ويرا طرف ڏٺو، هن جي اکين ۾ هلڪي پريشاني هئي.
چوڻ لڳي- ”هنن هٿن جي پڪڙ ۾ جو ڪجهه اچي
ٿو اهو پنهنجو ٿو ٿئي؟“ ۽ پوءِ پنهنجي سوال جي
پريشانيءَ کي خود ئي ٽاري پنهنجي آڱرين جي چيرن
مان ڏسي چوڻ لڳي- ”ننڍي هئس، ڪنهن منهنجي
آڱرين ۾ پيل وٿين کي ڏسي چيو هو، ته وٽ پئسو
جمع ٿي نٿو سگهي. جڏهن به جمع ٿيندو، خرچ ٿي
ويندو. آڱرين جي وٿين مان وهي ويندو. سو پئسي جو
به ڪو قصور ڪونهي ۽ ڪنهن ٻئي جو به نه،....
هنن منهنجي هٿن ۾ ڪجهه ڪنو ٿي نٿو سگهي.“

ويرا چيو ڪجهه ڪانه، صرف آهستي ايڪتا جي
هٿ کي پنهنجي هٿ ۾ جهليائين. ايڪتا کي ياد
آيو، ويرا هميشه چپ ٿي ٻئي جي ڳالهه ٻڌندي هئي،
تڏهن به، جڏهن ننڍي هئي، پر ڳالهه ڪرڻ واري کي
جا تسلي ويرا جي اکيان ڳالهه ڪرڻ سان ٿيندي هئي
ڪنهن ٻئي جي اکيان ڪرڻ سان نه. ويرا چڙ ڳالهه
کي ٻڌندي نه هئي، پيئندي هئي.... هوءَ صرف ڪنن
سان نه، اکين سان به ٻڌندي هئي ۽ ڳالهه ٻڌندي جڏهن
ٻئي جو هٿ يا ڪلهو ڏيري ڇهندي هئي، ۽ اڱلي
کي لڳندو هو ته هوءَ هٿ سان ٻڌندي هئي. ڪاليج
جي ڏينهن ۾ ايڪتا ڪيئي ڀيرا ويرا کي چوندي
هئي تون ڇوڪري آهين يا مسيحا؟ ڳالهه کي اهڙيءَ

طرح پئي ٿي وچين جو نگاهه ڏي ختم ٿيل ٿي لڳي هيئنئر به ايڪتا کلي هڪري ويرا کي ان-پراڻي ناليءَ سان پڪاريو "مسچنو!" ۽ پوءِ چوڻ لڳي "تنهنجي خبر پئجي ويئي آهي تو ڪيئن پنهنجو ناول لکيو هوندو. تنهنجن ڪردارن جا من ضرور تنهنجي اڳيان کلي پيا هوندا ۽ تو مسچني وانگر انهن کي چوسي ڇڏيو هوندو."

"۽ منهنجو من؟" ويرا کلي ڏنو "سچ ڪان وڏو مسچنو مان پنهنجي من جي لاءِ آهيان."

(٦)

ماءُ وٽان مليل جائداد جي حصي مان پورت نه پوڻ سبب، ڪا نوڪري ڳولهڻ لاءِ ايڪتا ڪيترن ڏينهن کان سوچي رهي هئي.

اخبار ۾ نوڪريءَ جي ضرورت وارا ڪالم پڙهي ايڪتا ڪيترن هنڌن درخواستون موڪليون هيون. هونئن چاهي ويرا ايڪتا کي پنهنجي ڪاليج ۾ لڳائڻ لاءِ خود ئي چيو هو، پر ايڪتا سوچيو ته اگر هن کي مهوءَ کان ٻاهر ڪا نوڪري ملي وڃي ته سٺو هو.

درخواست جي جواب ۾، هڪ وڏي اتفاق وانگر، ايڪتا کي بمبئيءَ مان خط آيو ته هڪ ايڊورٽائيزنگ ڪمپنيءَ کي تمام جلد هن جي ضرورت هئي. دفتري

خط هو، ايڪتا جي درخواست جي جواب ۾، جنهن ۾ هن کي انٽرويو لاءِ ايندڙ هفتي بمبئيءَ گهرايو ويو هو. پر خط جو دستخط ڏسي ايڪتا کي لڳو ڄڻ ڦيرين ڪٿي اهو نالو ٻڌو هئائين، پيءِ ايل. شرما. ايڪتا ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ياد نه آيس.

خط جنهن ٽپال ۾ مليو هو، ٻيءَ ٽپال ۾ پيءِ ايل شرما جو شخصي خط مليو ته ايڪتا کي ياد آيو ته هو رگهوءَ جو ڪجهه واقف هو. گهر ڪڏهن به نه آيو هو، پر ٻه ٽي دفعا ٻاهر پارٽين ۾ هن کي رگهوءَ سان گڏ مليو هو. رگهوءَ جي ڪنهن دوست جي دفتر ۾ ڪم ڪرڻ جي خيال کان ايڪتا کي ڪجهه هچڪ محسوس ٿي پر ان هچڪ کي دور ڪرڻ لاءِ پيءِ. ايل شرما شخصي خط لکيو هو، ان ڪري ايڪتا اطلاع ڏنو ته هوءَ انٽرويو جي لاءِ ٺيڪ تاريخ تي پهچي ويندي.

ايڪتا جڏهن بمبئيءَ پهتي، اڌي پريا جي گهر رهڻ لاءِ ويندي. مرين ڊرائيو جي رش ڪيس خراب نه لڳي. لهندڙ شام ۾ اڇا هلڪي روشني هئي. هن بمبئيءَ ۾ ايڪتا ڪيئي سال اتاولي سمنڊ جهڙي پنهنجي من جي حالت به ڏٺي هئي، پر اڄ رستي تان هلندي، رستي جي ساڄي طرف وهندڙ ساگر ڪيس اتاولو نه لڳو پر ڏيري ڏيري لهرائيندڙ لڳي رهيو هو. رستي جون روشنيون ٻسانهون ڪولي سمنڊ جي پاڻيءَ کي ڇهي

رهيون هيون ۽ ڇهي ڏڪي رهيون هيون ـــ جيئن ڪوئي حقيقت جي حد کان نڪري سپنن کي هٿ ڪري .... !

ٽئڪسي رستي جي جنهن حصي ۾ هلي رهي هئي پريا جو گهر ان کان گهڻو پري ڪونه هو. ايڪتا ٽئڪسيءَ سان پنهنجي ننڍڙي اٽئچي ڪڍي هٿ ۾ کنئي ۽ ٽئڪسيءَ کي ڇڏي پنڌ هلڻ لڳي. هوءَ پريا جي گهر وڃڻ کان اڳ رستي جي ڪناري وٽ ويهي ڪجهه دير اڪيلي ساگر جي پاڻيءَ ۾ ڏڪندڙ روشنيءَ کي ڏسڻ چاهي رهي هئي. ايڪتا رستي جي ويڪري حصي وٽ ويهي، اٽئچيءَ کي پيرن جي ڀرسان رکيو ۽ هوءَ ساگر طرف ڏسڻ لڳي- روشنيءَ جي ٽنڊير ڏسڻ لڳي ـــ

دور ـ نزديڪ ڪناري واري پٽ جي سهاري ڪيئي ماڻهو ويٺا هئا. ايڪتا سمنڊ مان اکيون هٽائي پٽ طرف ڏسڻ لڳي.

پنهنجون ٻئي اکيون کڻي ايڪتا پٽ طرف اهڙيءَ ريت ڏٺو ڄڻڪ هن کان اڳ هن جڳهه تي سوين ۽ هزارين ماڻهن جي ٽڪيل اکين جي وڏي تهه کي ڏسي رهي هئي....

پٽ، زندگيءَ جي هڪ حد وانگر، اسريل هئي. ساگر جون لهرون هن حد سان ٽڪرائجي لڳاتار ٽٽي موٽي

رهيون هيون. حالانڪ انهن کي معلوم هو ته هنن ڪڏهن ان حد کي پار نه ڪيو آهي، ڪڏهن پار نه ڪري سگهنديون پر تڏهن به ان سان ٽڪرجڻ لاءِ هميشه ايندڙيون رهن ٿيون، رڪجن نٿيون اهي هڪ دفعو چو نه ٿيون سمجهن ته هن حد کي پار نٿو ڪري سگهجي.
ايڪتا سوچي رهي هئي ۽ سوچي رهي هئي ته هن جيان هن پيٽ تي نظرون ٽڪائي بيٺل هر انسان شايد ائين ئي سوچي رهيو آهي....

لهرن جي بي سمجهائي ايڪتا کي سٺي لڳي. شايد پنهنجن سپنن جيان. هن جي من ۾ هڪ راحت محسوس ٿي- هڪ هنڌ ٽڪيل نه، پاڻيءَ ۾ ڏڪندڙ روشنيءَ وانگر ٿرٿرائيندڙ. هن ريت راحت به هن ورهين بعد ڏٺي هئي.

من ۾ لڏندڙ-لمندڙ راحت جو هڪ ٽڪرو ايڪتا کي سٺو به لڳي رهيو هو ۽ اجنبي به- جئن اها من مان پيدا ٿيل من جي هڪ چيز نه هجي.

”هڪ سؤ رپيا، ميم صاحب.“ ايڪتا هڪ آواز ٻڌو. هن کي لڳو ته ڪوئي سندس پرسان اچي بيٺو آهي. هڪ سنهڙو ۽ ڪارو ڇوڪرو هو. هن ايڪتا طرف هٿ وڌايو. هٿ ۾ ڪجهه هوس. شايد سؤ جو نوٽ هو.

”مون وٽ مٽيل ڪونهي.“ ايڪتا هڪ پيرو

ڇوڪري طرف ڏٺو ۽ چيو ۽ پوءِ ڏيان هٽائي ساگر طرف ڏسڻ لڳي.

”ميم صاحب....“

”چاهي؟“

”هڪ سؤ رپيا هڪ رات جا، ميم صاحب.... سيٺ جي توکي سڏي ٿو، هوڏانهن موٽر ۾ ويٺو آهي....“

هڪ لاءِ ايڪتا کي چڻ جهٽڪو اچي ويو. هن کي لڳو، سامهون بيٺل هي سنهڙو ڪارو ڇوڪرو ئي نه، دنيا ۾ ڪو به هن کي نٿو سڃاڻي.... هوءَ پلجي ڪري هن دنيا ۾ اچي ويٺي هئي. هن ان ڇوڪري طرف ڏٺو، ”شٽ اپ، پٺي وڃ هتان.“

ايڪتا پيرن جي پرسان رکيل اٽيچي ڪيس ڪٽي ٽڪل من سان جڏهن پريا جي گهر پهتي، پريا جي چمڪندڙ چهري طرف ڏسي هن کي به ڪل اچي ويئي. ”بنا ڪوٺ مهان آئي آهيان.“ لفظ اڃا ايڪتا جي وات ۾ هئا، پريا چڙپ ڏيندي چيس– ”مر وڃي– هيءَ رکي زبان ڪٿان سکي آئي آهين؟ وڪيل صاحب اڄ ئي سٽن ڏينهن لاءِ حيدرآباد ويو آهي. ڪنهن نواب سڏايو اٿس ۽ پڇ منهنجي من ڪان، مان اڃا هيٺر ئي سوچي رهي هئس ته توکي تار ڪريان جيئن تون مون وٽ اچين....“

”مون سوچيو ته مان توتي ڪجهه احسان ئي ڪريان،

اڙي جيڪي گهرائي رات رهائيندا آهن اهي گڏ سؤ رپيا به ڏيندا آهن، اها جڳهه ڇڏي تو وٽ آئي آهيان ...."

۽ ايڪتا پريا کي هيئنر- هيئنر تيل قصو ٻڌايو.

"تون دور سپنن جي دنيا طرف ڏسندي رهندي آهين. توکي ڪهڙي خبر ته هن طرف ڇا آهي."

"پائي مان ته دور ان طرف ڏسندي رهنديس .... ڇاهي اوڏانهن ڪڏهن نه وڃي سگهان. هن پاسي منهنجو ڪڏهن به صلح نه ٿيندو."

"صلح ڪرڻ لاءِ مون جهڙا ماڻهو جيئرا هجن، اگر تو جهڙا به صلح تي لهي اچن ته پوءِ...." پريا ڳالهه کي وچ ۾ ئي ڇڏي ايڪتا کي ويهاريو ۽ پڇڻ لڳي-

"ڇانهه ناهيان- ماني ڪرڻ ڪان اڳ، تون ٿڪجي پيئي هوندين."

"ها پائي، ڇانهه ته هيئنر پيئنديس."

"اڇا مون کي ٻڌاءِ، کائيندينءَ ڇا؟"

"ڏس پريا، جيڪي ڪجهه گهر ۾ تيار آهي، کائينديس پر تون منهنجي پرسان اچي ويهه. هن پيري مان توکي اهو بلڪل نه ڪرڻ ڏينديس ته تون هر وقت رنڌڻي ۾ ويٺي هج توکي ست طعام ڪرڻ جو شوق آهي اهي تون پنهنجي وڪيل صاحب کي ئي کارائيندي ڪر، مان ته صرف آچار سان به ماني کائي سگهان ٿي."

"چڱو ايڪي، مون کي بہ تنهنجي پرسان ويهڻ

جا هي ڏينهن وري ڪڏهن ملندا. تڏهن ڪهڙي خبر ته مان هر وقت جيم ۽ مربا چو وجهندي رهندي آهيان، شايد ڪنهن سان گڏ ڳالهيون ڪرڻ جي ضرورت ڪي ئي پورو ڪندي آهيان.

پريا جنهن وقت چانهه جو پيالو ڏاهي ڪٺي آئي، ايڪتا چپ چاپ ويهي دريءَ مان ٻاهر ڏسي رهي هئي.

”اڪيلي ويهي ڪلي رهي آهين.“

”ها، ڪلي رهي آهيان، ڪجهه اداسيون اهڙيون به ٿينديون آهن جن تي صرف ڪلي سگهبو آهي. سوچي رهي آهيان، جنهن وقت ساگر جي پٺ وٽ ويٺي هئس، جڏهن سپنو ڏسي رهي هئس، ان سؤ رپين واري چوڪري کي ان وقت اڇٽو هو؟ شايد جنهن وقت جريت ايندي آهي سپنو ڏسڻ جي، ان جريت تي کلڻ وارو مذاق به پرسان ئي ويٺو هوندو آهي.“

(٧)

پي. ايل. شرما جو دفتر ايڪتا ڏٺو ڪين هو. هونئن ان علائقي کي هوءَ چڱيءَ طرح سڃاڻندي هئي، تڏهن به وچڻ کان اڳ فون ڪري ڇڏيو.

”اهڙي بي سري ٻڌجي ڪيڏانهن هلي آهين. ڪپڙا ته ڪجهه ڍنگ سان پاءِ.“ پريا ايڪتا کي واڏل جي

سفيد ساڙهيءَ ۾ ڏسي چڪو.

”سوشل- ڪال لاءِ نہ وڃي رهي آهيان پيائـي، نوڪريءَ لاءِ وڃي رهـي آهيان، ورڪنگ عورت جا ڪپڙا پهري.“

”پر اهو آشرم ڪونهي دفتر آهـي، اهـو بـہ ائڊورٽائيزنگ جو.“

”تہ ائڊورٽائيزمينٽ ماڻهن ڪ.ان وٽيون پونديون، مان پنهنجي ڏيڻ ڪانہ ٿي وڃان. پنهنجي پڙهائيءَ جو سرٽيفڪيٽ ڏيکو پوندو، اهو ڪٿي ٿي وڃان. هوئڻ هو واقف آهي، هن کي معلوم تہ هوندو ئي.“

مسٽر شرما واقف هو پر تہ نہ ايڪتا پنهنجو پاڻ کي انهن سوالن لاءِ تيار ڪري ڇڏيو هو، جي واپاري لائين جا سوال ٿي سگهيا ٿي.

ڪوئي سوال سامهون نہ آيـو. ايڪتا کي تسلي کان وڌيڪ حيراني ٿي- ڪم جي ورهاست ۽ اتي دفتر ۾ ويهڻ وارن ڪلاڪن جي پابنديءَ جي جڳهہ تـي، صرف ايڪتا کي ملندڙ سهوليتن جو ذڪر هـو. پـن ڪمرن وارو هڪ فلئٽ بہ ايڪتاکي دفتر طرفان ملندو، اها وڏي سهوليت بہ ان ۾ شامل هئي.

”مسٽر شرما، توهانجي ڪمپني ايترو ڪجهہ مون لاءِ ڪندي پر ان جي عيوض مان....“

”معاف ڪجو، توهان جي ڳالهہ ڪٽي رهيو آهيان

ايڪتاجي، ڪمپني منهنجي به اوتري هوندي جيتري توهانجي. ان ڪري توهان اسان جي ڪمپني ڇڏڻ، ڇو ته مان سوچي رهيو آهيان ته توهان هن ۾ هڪ ننڍڙو شيئر خريد ڪريو ۽ ڪمپنيءَ جي ڊئريڪٽرن مان هڪ ٿي وڃو.“

”پر شيئر خريد ڪرڻ لاءِ هن وقت مون وٽ....“

”ان جي ڪا ضرورت ڪانهي، هڪ هزار جا شيئر ڏي ڪافي آهي. اهو هڪ هزار به توهان پنهنجي هن مهني جي پگهار مان ائڊوانس وٺو ۽ ان مان شيئر خريد ڪريو. مان چاهيان ٿو ته آفيس ۾ ڪم ڪرڻ وارا سڀئي ماڻهو پاڻ کي ڪمپنيءَ جا مالڪ سمجهن.“

”هي سڀ مون ڪي.... ڪجهه احسان وانگر لڳي ٿو...“

”احسان منهنجو نه، توهانجو ٿيندو. روز هن دفتر ۾ ايندا، ويهندا– توهان جي ڪئبن کي توهان جيئن چاهيو فرنش ڪرائي ڏيان ٿو، ديوار جو جيڪو به رنگ اوهانکي پسند اچي، پردا به توهان، جنهن رنگ جا چاهيو. ٽائيپسٽ اپائنٽمينٽ ليٽر ٽائيپ ڪري رهيو آهي. اهو توهان هينئر ڏي وٺو، ائڊوانس پگهار به. ان جي رسيد به مون ڪيس ٽائيپ ڪرڻ لاءِ ڏني آهي ۽ شيئر جا ڪاغذ به هو تيار ڪري رهيو آهي. اچو، اوتري دير ۾ مان توهان کي توهانجي ڪئبن ڏيکاريان.“

سمجهه ۾ ڪجهه ڪين اچي رهيو هو، پر ايڪتا کي مسٽر شرما اٿڻ لاءِ چيو هو، هوءَ اٿي. ڪئبن ڏنائين. ڪئبن نندي هئي – ذرا ڊگهي. ايڪتا کي ان جي شڪل هڪ سوال جي نشانيءَ جهڙي لڳي. ڪئبن ۾ ويٺي لڳو ته سوال جي نشاني هن جي سامهون نه هئي، هوءَ سوال جي نشانيءَ جي وچ ۾ ويٺي هئي.

”توهان جو فليٽ دفتر کان ذرا دور آهي، پر فڪر ناهي، صبح جو ايندي وقت مان توهان کي پنهنجي ڪار ۾ وٺي ايندس.“ مسٽر شرما چيو ته ايڪتا کي پنهنجي گرد پيل سوالي فقرو ٿائيٽ ٿيل لڳو. چوڻ لڳي، ”منهنجي ڪم جا تفصيل توهان مون کي نه ٻڌايا، پليز اهي ذرا....“

”سڀ کان وڏو ڪم ايڪتاجي، توهان جو هن دفتر ۾ اچي ويهڻ آهي. ڪمپني ترقي ڪري رهي آهي وڏا ڪلائينٽس جڏهن اچن ٿا، انهن کي امپريس ڪرڻ لاءِ هڪ ته دفتر تمام سٺو هئڻ گهرجي. توهان ڏٺو ئي آهي اسان دفتر کي هن سال نئون موڙ ڏنو آهي. ٻيو جيڪڏهن توهان اسٽاف ۾ هوندا، اسٽاف ۾ ب... ۽ مالڪن ۾ به....“

”منهنجو خيال هو ته رپيا ڪمائڻ ڏاڍو مشڪل آهي. مون کي معلوم نه هو....“ ايڪتا کلي ڏنو.

”توهان جهڙي خوبصورت عورت جي لاءِ مشڪل؟

ڪهڙو ڪلائينٽ هوندو جنهن سان توهان ڳالهه ڪريو ته هو ."

"ان جو مطلب آهي ته هر مهيني هڪ خاص رقم جو بزنيس ڪمپنيءَ کي وٺي ڏيڻو پوندو."

"اهڙو ڪوئي شرط ڪونهي. هي توهان پڇي رهيا هئا، مون چئي ڏنو، هونئن بزنيس ته پنهنجو پاڻيهي ٿي ويندو، مون کي يقين آهي."

" پر ياڻي توهان جا ڪلائينٽس اچن -" ايڪتا گهٻرائڻ لڳي پر همت رکي هن چيو- "هي ڪلائينٽس جيڪڏهن مون کي ٺيڪ نه لڳن. مان انهن سان ڳالهيون نه ڪري سگهان...."

"جڏهن توهانکي پتو هجي ته ڪمپني توهان جي آهي ۽ ڪنهن ڪلائينٽ وٽ وڃي ڳالهه ڪرڻ سان توهانجي ڪمپنيءَ کي ايتري پرافٽ ٿئي ٿي، ان وقت ڪا دقت نه ٿيندي، ان جو توهان فڪر نه ڪريو."

"منهنجو خيال آهي ته .."

"ڇڏيو ان ڳالهه کي، توهان جي دل چوي ته ڪنهن سان ڳالهه ڪجو، نه ته بلڪل نه. اهو به مان ائين ئي چئي رهيو هوس؛ مان خود ئي شايد توهان کي اهڙن ماڻهن وٽ نه موڪلي سگهان. توهان جو خيال آهي ته توهان کي اهڙن ماڻهن وٽ موڪلڻ ۾ منهنجو حوصلو وڌي ويندو؟ مان گهڻو بزيسو آهيان...."

”اهو به شايد توهان اڻين ڏي ڇڏي رهيا آهيو- ڇو ته پهرين ڳالهين کان پوءِ به توهان چپ هو ته....“

”تنهنجو قسم ايڪتا،“ مسٽر شرما ايڪتا جي هٿ کي پنهنجي هٿ ۾ کڻي ٻئي ترين دٻائي چيو، ”تو کي ڪهڙي خبر ته تون ڪيترن سالن کان منهنجي دل ۾ سمايل آهين، پر مونکي لڳندو هو ته سڀ ارمان مان پاڻ سان گڏ کڻي ڏي مري ويندس. هينئر جڏهن بندو ته رگهوءَ کان تو طلاق ورتو آهي ته مون کي لڳو ته شايد ايشور منهنجي لاءِ ڏني.... مان روز سوچيندو هوس ته تو تائين ڪيئن پهچان ته تنهنجي اڀليڪيشن اچي ويئي....

ايڪتا مسٽر شرما جي هٿن مان پنهنجو هٿ ڇڏايو ته پر هن کي لڳي رهيو هو ڇڻ هٿ سندس ٻانهن مان ڇڇي الڳ ٿي ويو آهي. هڪ پيڙا محسوس ڪندي ايڪتا ٻئي اکيون بند ڪري ڇڏيون.

اکيون بند هيون ان ڪري ايڪتا ڏٺو نه، صرف محسوس ڪيو ته هن جي گردن پرسان ڪجهه بار جيان محسوس ٿي رهيو آهي. پاڻي به ۽ ڪجهه آلو به. گهٻرائجي هن اکيون کوليون. مسٽر شرما جا چپ ايڪتا جي گردن پرسان جهڪيل هئا. ايڪتا دروازي پرسان هئي، دروازو صرف پيڪڙيل هئو. هٿ لڳائيندي ئي کلي پيو ۽ ايڪتا ڪمري مان ٻاهر نڪري آئي.

ڏاڪا لهندي هن کي لڳو ته، هن جي پنهنجا تيز قدمن سان ڪوئي اچي رهيو آهي، پر ڏاڪا سنسان نه هئا، هڪ چپراسي هٿ ۾ ڪجهه فائيل کڻي هيٺان کان اچي رهيو هو. ايڪتا پاڻ سنڀالي ڏاڪا لهڻ لڳي. پنهنجا مسٽر شرما سڏ نه ڪيو. هيٺ پورچ ۾ پهچي مسٽر شرما ايڪتا جي پرسان اچي چيو– ”هڪ پيرو سوچجو ايڪتاجي، هي خادم توهان جو انتظار ڪندو. اڳ ۾ ئي ڪيئي سال ڪندو رهيو آهي، هينئر به ڪندو رهندو....“

رستي تان وينڊرز ٽئڪسيءَ کي ايڪتا هٿ ڏيکاريو. ٽئڪسي بيهجي ويئي. ”مرين ڊرائيو.“ ايڪتا چيو ٽئڪسيءَ ۾ ويهندي هن کي لڳو– هن شهر ۾ سندس سپنن جو مذاق اڏائڻ لاءِ ڪيس خط لکي گهرايو ويو.

پريا وٽ پهتي ته ايڪتاڪلي رهي هئي. ”نوڪري ملي ويئي؟“ پريا اتساه وچان پڇيو. جواب جو انتظار نه ڪري چوڻ لڳي ”سان توکي علحده فلئٽ–بلئٽ نه وٺڻ ڏينديس. مون وٽ ٽن ڪمرن جو فلئٽ آهي. هڪ ڪمرو تنهنجو. ڪهڙو ڪمروکپئي؟ مون کي خبر آهي، تون هي سامهون وارو ڪمرو چونڊيندينءَ جنهن مان سمنڊ نظر اچي رهيو هجي.“

”پر سمنڊ کي پريان ڏسي ته بڏي ٺٺو سگهجي، ٻڏڻ لاءِ ته ان جي پرسان وڃڻو پوندو.“

”چا مطلب؟“

”مطلب ڏسڻ لاءِ ڊڪشنري ڏسڻي پوندي آهي، هيءَ تو کهڙي پنهنجي الماريءَ ۾ پراڻي ڊڪشنري رکي آهي، مان اڄ هڪ نئين ڊڪشنري ڏسي آئي آهيان. پراڻي ڊڪشنري ۾ ارٿ به پراڻا هوندا آهن، پر نئين ڊڪشنريءَ ۾ ...“

”مثلاً؟“

”مثلاً ڊائريڪٽر جو ارٿ هينئر ٿي ويو آهي مسٽريس....“

”ڊائريڪٽر؟“

”ڀائي، اڄ مون کي صرف هڪ هزار جي نوڪريءَ جي آفر نه ملي، پر اها آفر به ملي ته مان ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽر بڻجان. سمجهي وئينءَ؟“

”ها، سمجهي ويس.“ پريا هڪ گهرو ساهه کنيو.

”پوءِ مون ڊڪشنري ڏني، سامهون پيئي هئي، مسٽر شرما ڪليل ڊڪشنري وانگر هو. ان ۾ مون ڏٺو ته ڊائريڪٽر جو ارٿ ٿيندو آهي مسٽريس — سو مان سبق ياد ڪرڻ جي لاءِ واپس آئي آهيان، آفر اڃا به قائم آهي، جيڪڏهن مون کي سبق ياد ٿي ويو ته ....“

”اهو سبق توکان ياد نه ٿيندو ....“ پريا پنهنجي ساهه کي هڪ ڪوڙي ڍڪ جيان اندر وجهي چڙيو ۽ ابڪتا کان پڇڻ لڳي ”تو لاءِ چانهه آڻيان؟“

”ماڻهو غم مٽائڻ لاءِ چانهه نه پيئندا آهن، شراب پيئندا آهن، اهو پيئڻ گهرجي.“ ايڪتا چيو ۽ پنهنجو هينئون چپ پنهنجي ڏندن جي وچ ۾ دٻائي ڇڏيائين .

( ٨ )

پريا جي ڪمري جي هڪ دريءَ وٽ جهنگلي گلن جي هڪ ول ڦهليل هئي. هيٺ هڪ ڪونڊيءَ ۾ پريا اها ول لڳائي هئي ۽ پنهنجي دريءَ جي سن شيڊ سان نوڙي ٻڌي هن ان ول جي ٻڪهين تارين کي سهارو ڏنو هو. سائي رنگ جون سنهڙيون تاريون ۽ ان ۾ واڱڻائي رنگ جا گل نظر ايندا هئا.

ڪجهه ٿلهين ڏانڊين جي وچ ۾ ڪنهن جهرڪيءَ ڪک کانا ڪنا ڪري آکيرو ناهيو هو. شام لهڻ وقت جڏهن سامونڊي هوا لڳندي هئي، تاريون جهولنديون هيون. تارين جي وچ ۾ پيل آکيرو به جهولندو هو.

آنن مان ننڍا ننڍا ٻچا ڦٽا هئا. تمام ننڍا ـ اڃا اڏامڻ لاءِ پر نه کوليا هئائون صرف انهن جي هلڪي جهلڪ سندن هستيءَ جو ثبوت ڏيندي هئي.

”انسان جو من ڇا ٿيندو آهي، ايڪي؟ اڏامندي ڦرندي تارين ۾ آکيرو ناهيندو آهي. تارين کان ڇڄندو نه آهي، بس انهن جو سهارو وٺندو آهي. جهرڪيءَ جا ٻچڙا چڻن ڏينهن جي لاءِ پرن جا محتاج ٿيندا آهن پر

خيال سچي عمر ڏي پرن جا محتاج رهندا آهن.“ پريا هڪ فقرو ڪٽي پنهنجو هيٺيون چپ پنهنجي ڏندن ۾ دٻايو.

”نڪل توکي ڏاڍو ياد ايندو آهي؟“ ايڪتا آهستي چيو.

”شايد منهنجي عجيب حالت آهي. ڪوئي ڏاگهو سامهون ناهي جو ان جو سرو پڪڙيان، پوءِ به ائين لڳندو آهي جيئن سڀ ڪجهه الجهي ويو هجي.“

”جڏهن ياد اچي ويندو آهي-“

”توکي هڪ ڳالهه ٻڌايان- مون گذريل ڏينهن ۾ نڪل کي ڏٺو، هو، صرف ڏٺو هو، سچاتو نه هو، منهنجو مطلب آهي.... منهنجي من ۾ پهرين پاڇي سان هو ملندو نه هو- جڻ پاڇو هنجو هوندي به هنجو نه هجي.“

سڪل ڳوڙهن سان جيڪڏهن ڪنهن جون اکيون پرجي سگهن ٿيون ته پريا جون اکيون پرجي آيون. چپ ٽائيپ ٿيل نار وانگر ڏڏي ويا ۽ هوءَ چوڻ لڳي- ”هن نڪل ڏٺو - اچانڪ هڪ پارٽيءَ ۾ ملاقات ٿي ويئي هئي.“

”تنهنجي جڳهه تي مان هجان ها، سوچيان ها، من کي ورهين جو پهريل بار لهي ويو.“ ايڪتا ڪليو.

پريا ٻه ڪلي ڏٺو، پر چپن سان، من سان نه. چيائين ”لڳو موکي به ان طرح هو. ڪلهن تي ورهين کان جيڪي ڪجهه رکيل هو، لڳو، ان کان نجات ملي هئي.

پر ٻوءِ اڳلي ڏينهن، ان کان اڳلي ڏينهن ڪنهن شيءِ جي وڃائجي وڃڻ جو احساس ٿيو.... بار سان به شايد لڳاءُ ٿي ويندو آهي. اهو ٻنهنجو لڳڻ لڳندو آهي. ڪٿي ڪٿي انسان ٽڪجي پوندو آهي، پر لاهي من ڪٿو ٿي پوندو آهي...."

ايڪتا جي ڪلهن هلڪو ديوار جو سهارو ورتو۔ هڪ عجيب ٿڪاوٽ ۾ هئي اها ئي ٿڪاوٽ هئي جا جسم جي ڪانه ٿئي، صرف من جي ٿيندي آهي پر مان مان نڪري، سرندي سيني انگن ۾ سمائجي ويندي آهي.

"ايڪي، تون ڪيئن سوچيندي آهين؟"

"اهو سڀ مونکي ان ڌرتيءَ جي پيڙا جيان لڳندو آهي، جا سبز ٿي سگهندي هجي، پر جنهن کي بلڪل اجڙ ٿيڻو پوي. عورت جي حصي ۾ به ڪجهه ان طرح آيو آهي. جيئن هڪ چيز جو اندريون حصو سر سبز هجي، ٻاهريون برباد ..."

ايڪتا چيو پر ٻوءِ هڪ وڪري ۾ پيل خيالن کي روڪي ورتو. پاڻ کي وس ڪرڻ جي عادت ايڪتا ناهي ڇڏي هئي. خيالن کي هوءَ گهڻي دير تائين هڪ ئي طرف وهڻ نه ڏيندي هئي، خاص ڪري جڏهن هوءَ ڪابه ڳالهه ڪنهن جي سامهون ڪري رهي هجي، هوءَ ٻنهنجو پاڻ کي وڌيڪ جذباتي ٿيڻ کان اڪثر بچائي

ويندي هئي. دريءَ طرف ڏسندي ۽ گلن جي وارين ۾ جهولندڙ جهرڪين جي آکيرن ڪي ڏسي پريا ڪان پڇيائين.

"تنهجن پارن جو ڪهڙو حال آهي، مون کي گهڻو عرصو ٿي ويو آهي انهن کي ڏٺي. هڪ ڀيري تو انهن جو فوٽو موڪليو هو، ان ۾ ڪافي وڏا پئي لڳا."

"وڏي وڪي ٻڙودا ڪاليج ۾ پڙهندي آهي، ننڍو سرجو مسوري اسڪول ۾. صرف موڪلن ۾ هتي ايندا آهن. ڪڏهن سوچيندي آهيان اهي ٻئي هتي گهر ۾ رهن، هتي پڙهن، منهنجو وقت ڪٽجي وڃي. پر سندن پيءُ کي اهو پسند ڪونهي. ننڍو ڪڏهن اتي اداس ٿي ويندو آهي، پر وڪي پنهنجي هاسٽل ۾ بيحد خوش آهي. منهنجي دل تي چوي، ڪڏهن تون وڪيءَ کي ڏس- ڏاڍي خوبصورت نڪتي آهي. ننڍي هئي ته ڏاڍي ڪمزور ۽ سانوري هئي، پر هينئر ايتري پياري نڪتي آهي...."

"ڪيس موڪلن ۾ ڪجهه ڏينهن لاءِ موڪلج."

"ڪيترا ڀيرا مان هن سان تنهنجون ڳالهيون ڪندي آهيان، چوندي هئي مان ڪڏهن ايڪتا آنٽي وٽ وڃي ضرور رهنديس."

اها وڪي پريا جي مڙس جي پهرين شاديءَ مان ڏيءَ هئي. پريا جي جڏهن شادي ٿي، وڪي ڇهن

ورهين جي مس هئي، پر پريا کي ڪڏهن به اهو خيال نه آيو هو ته وڪي ڪنهن به طرح هن جي پنهنجي نه هئي. ننڍو سرجو جڏهن ڄائو هو، ڇاهي هو پريا جي پنهنجي ڪک مان پيدا ٿيڻ وارو ٻار هو، پر هن کي لڳو هو ڄڻ اهو هن جو پيو ٻار هو.

”وڪيءَ کي ڏسندي آهيان ته مون کي پنهنجي ڪاليج جا ڏينهن ياد اچي ويندا آهن- هن جون اکيون به خبر ناهي ڪٿي، مستقبل جي سپنن ۾ کوهيل- حال کي ڄڻ ڏسن ئي نه- هونئن ڏهن- پندرهن سالن ۾ ڪيترو فرق پئجي ويو آهي ايڪي! ڪيس ڏسي لڳندو آهي ڄڻ تون- مان به گذريل صديءَ جون آهيون. هونئن هن طرف ڏسي مون کي لڳندو آهي، هي ڇوڪريون اسان کان گهڻو اڳتي هونديون - بولڊ ائنڊ اسٽرانگ.“

”جيڪڏهن طاقت صرف ٻاهران نه اندران به اچي.“

”ايڪي تنهنجو خيال آهي، هيءَ وڌندڙ آزادي آهي---“

”منهنجو خيال آهي هيءَ صرف ٻاهران جي تبديلي آئي آهي، اندران اچا نه. هونئن هيءَ اندران ئي تبديلي آڻڻ لاءِ هڪ طرح جي اسٽرگل (جدوجهد) آهي. اچا ان ۾ ٿيندو وڌيڪ ڪجهه، ٿيندو گهٽ....“

”مان صرف هڪ ڳالهه سوچيندي آهيان ته هي

چوڪريون اسان جيان- تو جيان ته شايد نه، تون مون کان وڌيڪ تندرست آهين- پر مون جيان بي هئيار نه هونديون. هڪ ڪجهه ٿئي پوندو ته ٻيو ڪجهه جوڙڻ لاءِ همٿ ڪنديون. هڪ ٻئي هنڌ ٻيهي هڪ ٻي قسم جو ساهه کڻڻ.... اهو شايد نه ڪنديون...."

"اڻين ڪنديون پر ته به ڪٿي ڀڃنديون يا ڪٿي ٻيهنديون ... ڪٿي ڀڃڻ لاءِ ڪو رستو گهرجي، ڪٿي ٻيهڻ لاءِ ڪو ٺڪاڻو. قيمتن کي ٽوڙڻ ايترو مشڪل ڪانهي پر انهن جي جڳهه تي نيون قيمتون جوڙڻ گهڻو مشڪل آهي .... ۽ اهو جوڙڻ هڪ ڪان نٿو ٿي سگهي."

"هي شايد پنهنجي ارد گرد کي به بدلينديون."

"ٿي سگهي ٿو ۽ ٿي وڃڻ ۾ وڏو تفاوت آهي پريا، اهو تفاوت متجندو ٿي نه. ان تفاوت کي نه متائڻ ۾ گهڻن جي دلچسپي آهي، ان ڪري اهو متجي نٿو. ڪجهه به ڪرڻ ۽ ٿيڻ کان اڳ آرٽڪ طور ڪجهه ٿيڻو پوندو آهي."

"جتي به ڪنهن جو ڪم پوندو اتي ڪو ٿي نه ڪو ٿي پي. ايل. شرما هوندو.

"۽ ان حالت ۾ ڪنهن جي لاءِ به هڪ ٿي رستو بچندو- ٿني پوڻ. چپ چاپ هڪ طرف ٻيهي ٿني پوڻ، يا ان سڀ ڪجهه جو حصو بڻجي ان سان گڏ

ملي ٿئي پوڻ. تنهنڪو اهڙي ريت پوندو. نيڪ معنيٰ ۾ هن زندگيءَ ۾ سڀ ڪجهه ڪري سگهڻ مشڪل آهي."

"تون پنهنجي لاءِ ڇا سوچيندي آهين، ايڪي؟ ڪوئي ڪامپرومائيز توکان نه ٿيندو."

"چپ چاپ هڪ طرف ويهي رهي آهيان، جيتري دير ويهي سگهنديس، ويهي رهنديس، پوءِ ان کان اڳ ته ڪنهن جي هٿان تنهنڪو پوي، پنهنجن هٿن کي ئي ڪجهه چونديس—"

"ايڪي — تون مون سان اقرار ڪر ته تون ڪڏهن به...."

"مان جيئڻ چاهيان ٿي پريا، اقرار تڏهن ڪريان جڏهن مان خود جيئڻ نه چاهيان. جيستائين ٿي سگهندو ضرور جيئنديس. اڙي، جي ڪوئي اهڙو ملي ويو، جنهن کي ڏسي وڌيڪ جيئڻ جي چاهت ٿئي، ته ان سان عشق به ڪنديس."

ايڪتا کلي رهي هئي، پريا ڪجهه گنڀير ٿي ڇيو.
"تون ڪجهه نه ڪندينءَ، مون کي خبر آهي تون عشق پشق ڪجهه نه ڪندينءَ."

"تنهنجو مطلب آهي مون کي اهڙو ڪوئي ملندو ئي نه؟"

"اهڙو ڪوئي اسان جي سپنن ۾ ئي هوندو آهي. اڃا تائين ته مون کي ڏٺو ڪونهي."

”پوءِ ڀائي جيڪڏهن اهڙو ڪوئي هوندو ئي نہ تہ مان ڇا ٿي ڪري سگهان؟“

ٻئي ڳالهيون ڪري رهيون هيون تہ دروازي جي گهنٽي وڳي. پريا جڏهن دروازو کوليو تہ سندس ڏيءُ وڪي هٿ وارو پرس اندر ڪرسيءَ تي رکي سندس گلي ۾ ٻانهون وڌيون ”مميءَ ڪي سرپرائيز ۾ وڌم.“

”اڄ وڪي، تون ڪيئن؟“

”هاسٽل مان ڀڄي آئي آهيان.“

”سچ ٻڌاءِ.“

”مون کي ڪاليج مان ڪڍيو ويو.“

”هيءَ ڪاليج مان نڪتل جي شڪل آهي؟“

” پريا پيار مان وڪيءَ جو ڳل چميو . وڪيءَ ڪاري جين ۽ سائو بلائوز پهريو هو، جنهن سبب هن جو قد اڃا بہ ڊگهو لڳي رهيو هو ۽ سندس چهرو اڃا بہ چست .“

”مميءَ کي سرپرائيز ۾ وڌم. مون کي خبر هئي ممي گهٻرائجي ويندي.“

” ائين تہ مان خوش آهيان ، تون اچي وئينءَ . تنهنجي ايڪتا آنٽي آئي آهي، هينئر مان هن سان ڳالهيون ڪري رهي هئس.“

”ايڪتا آنٽي آئي آهي، مزو اچي ويو.“

ايڪتا اڳتي وڌي وڪيءَ کي ڀاڪر پاتو.

”تون سچ پئي چيو پريا، تہ وڪي بيحد خوبصورت نڪتي آهي.“

”سچ آنٽي، مميءَ اها ڳالهہ چئي هئي؟ مون کي تہ ممي هميشہ ائين چوندي هئي تہ ايڪتا آنٽي بيحد خوبصورت آهي، تون تہ ان جي مقابلي ۾ ڪجهہ بہ ناهين. آنٽي مان توهان سان مقابلو نٿي ڪري سگهان، اهو ٺيڪ آهي، پر هينئر ڪجهہ تہ سٺي لڳڻ لڳي آهيان.“

”يو آر رئيلي بيوٽيفل! تون سچ پچ خوبصورت آهين.“

”پر ممي، ايڪتا آنٽي چا ٿي چوي، تون مونکي صرف ڪوائيٽ پرٽي چوندي آهين.“

”ايڪتا آنٽي توکي فلئٽر ڪري رهي آهي“ پريا کلي چيو.

”اڄ ممي توکي چيڙائي رهي آهي جيئن توکي نظر نہ لڳي وڃي، پر من ۾ ڏاڍي خوش آهي.“ پرسان ٿي ايڪتا چيو.

”سچ؟ چڱو آنٽي! مميءَ منهنجون ٻيون ڪيتريون گلائون ڪيون آهن؟

”گهڻيون ئي ڪيون آهن، پوءِ ٻڌايانءِ ٿي. پهرين اهو ٻڌاءِ تہ تو سرپرائيز ۾ ڪيئن وڌو؟“

”سرپرائيز ۾ تہ مان پيس آنٽي، توهانکي ڏسي مان جڏهن بہ مميءَ وٽ ايندي آهيان، سڀين موڪلين ۾

ممي بس توهان جون ئي ڳالهيون ڪندي آهي- مان ته سوچيندي هئس ته اها ڪا آنٽي نہ هوندي- انڪل هوندو- ممي ءَ جو بواءِ فرينڊ."

"ڊس ايڪي." پريا کلي چيو "هينئر هيءَ ڇوڪري ماءُ سان مذاق ڪرڻ لڳي آهي." ۽ پريا تمام آهستي وڪيءَ کي چيو، "اسان جو وارو ته گذري ويو، هينئر تنهنجو وارو آهي ڏيءَ."

"چڱو ممي، هينئر اسان جو وارو ئي سهين. توهان جي دعا گهرجي." وڪيءَ انهن لفظن کي اهڙي انداز ۾ چيو جو پريا ٽهڪ ڏيئي کلندي رهي. ۽ دعا جي انداز ۾ هن وڪيءَ جي مٿي تي هٿ رکيو.

"آنٽي توهان به دعا ڏيو. نہ، ان طرح نہ، مون کي چوڻ گهرجي- ماءُ جهڙي ماسي جي...." اهي لفظ ٽهڪ ڏيندڙ وڪيءَ جي وات ۾ هئا، ايڪتا پيار وچان هن کي گلي لڳائي ڇڏيو. من ۾ آيس - جيڪو چڙهندڙ جوانيءَ جي هيءَ ڇهڪ هنن ويچارين ڇوڪرين جي، هميشه زنده رهي سگهي، پر ايڪتا چيو ڪجهه ڪين.

"ممي، مان صرف به ڪلاڪ هتي ترسي سگهان ٿي. ڪاليج جي گروپ سان گڏ آئي آهيان اجنتا ايلورا ڏسڻ. گروپ جي انچارج ٽيچر مشڪل سان موڪل ڏني آهي هتي اچڻ جي. اسانجي بس ٻن ڪلاڪن بعد هتان

لنگھندي، ھارن وڄائيندي ۽ مان ھلي ويندي‌س. اسان کي اڄ رات واپس بڙودا پنھنجي ھاسٽل ۾ پھچڻو آھي. جلدي ڪجھہ ڪاراء، ڏاڍي بک لڳي آھي.“ وڪيءَ چيو. پريا رنڌڻي ۾ ھلي ويئي ۽ وڪي ايڪتا سان گڏ پلنگ تي ويھي رھي.

”توکي موڪلون ڪڏھن ملنديون؟ ھن ڀيري موڪلن ۾ مون وٽ مھو اچجانءِ، جيترا ڏينھن تنھنجي دل چوي.“

”آنٽي، اڪيلي اچان يا ڪنھن فرينڊ کي به سانڍ وٺي اچان؟“

”جنھن کي تنھنجي دل چوي وٺي اچج. تڏھن سرجو به ھتي ھوندو موڪلن ۾، ڪيس به وٺي اچج.“

سرجوءَ کي نہ، ھو ننڍو آھي. ذرا ڪيڏانھن گھمڻ لاءِ وڃ تہ ھو ٽڪڇي پوندو آھي. ھو ھتي مميءَ وٽ رھندو. ھنن موڪلن ۾ مون کي ۽ ھڪ فرينڊ کي خوب گھمڻو آھي— آءِ مين بواءِ فرينڊ. آنٽي، ھن سال منھنجو ھڪ بواءِ فرينڊ ٺيو آھي— ڪمال جو آھي.“ وڪيءَ جي آواز ۾ مستي ھئي.

”بواءِ فرينڊ ڪمال جا ئي ٿيندا آھن، سڀني کي ڪمال جا لڳندا آھن.“ ايڪتا کلي ڏنو.

”نہ آنٽي، اتي ٻين ڇوڪرين جا به بواءِ فرينڊس آھن، ڪنھن سان گڏ گھمڻ تي دل ڪين ٿيندي آھي،

سڀ ساڙاڙڻ آهن. پر هو ڪينٽس .... هونئن سندس نالو ڪيرتي آهي، سڀ ڪيس ڪينٽس ڪري سڏيندا آهن."

"ڇ توکي مذاق ۾ فنٽي نہ چوندا آهن؟"

"آنٽي، مميءَ ڪي نہ ٻڌائيج، هن جا سڀ دوست مون کي فنٽي ڪري سڏيندا آهن. چڱو، جيڪڏهن مميءَ کي ٻڌائڻو هجي تہ منهنجي وچڻ ڪان پوءِ ٻڌائيج. اتي مون کي ڪوئي بہ وڪي نہ سڏيندو آهي؟ سڀ فنٽي چوندا آهن...."

"ڪيرتي تمام سٺو ڇوڪرو آهي؟ آءِ مين ٻوڌر ڪينٽس...."

"سمپلي ونڊرفل آنٽي."

هڪ عمر ٿيندي آهي، جنهن جي هر هڪ گهڙي جادوءَ جي ڳنڍ وانگر ڪلنڌ لڳندي آهي- يا گل جي هڪ هڪ پنکڙيءَ وانگر ٽڙندڙ. اها عمر جڏهن بہ جنهن تي ايندي آهي، پنهنجي اندران اٿندڙ خوشبوءِ سان اها مهڪي - مهڪي ويندي آهي. وڪي بہ مهڪي رهي هئي.

هوءَ چوڻ لڳي- "منهنجو ۽ هن جو هڪ سال جو ڪانٽرئٽ آهي دوستيءَ جو. هن مون کي ٻڌايو هو تہ هو ڪڏهن بہ شادي نہ ڪندو. ڪنهن سان بہ نہ - ڪاليج جي پڙهائي ختم ڪري هو آمريڪا هليو ويندو

وڏيڪ پڙهڻ لاءِ. جيڪڏهن وچي سگهيس ته مان به وينديس اڳتي پڙهڻ لاءِ. اڃان اسان هڪ سال دوست رهنداسين. پوءِ هڪ سال بعد جيڪڏهن من ۾ آيو ته ڪانٽرئڪٽ نئون ڪنداسين، نه ته نه. چڱي فيئر گيم آهي نه آنٽي؟"

"ها فيئر آهي، پر وڪي سچ ٻڌاءِ، اندران تنهنجي دل چوي ٿي ساڻس شادي ڪرڻ سان؟

وڪي ڪجهه دير چپ رهي- ان ريت، جهڙيءَ طرح اها ڳالهه پنهنجو پاڻ کان پڇي رهي هجي. پوءِ چيائين "آنٽي، خبر ناهي، اڃا مان ان ڳالهه تي سوچيو ڪانهي. هونئن هڪ ڏينهن منهنجي هڪ ساهيڙيءَ پنهنجي بواءِ فرينڊ کي ڪائي موڪڙي ڏني هئي. ان ڏينهن کيرتيءَ مون کي چيو هو ته هو مون کي ڪجهه نه ڏيندو. ان ڏينهن هو هڪ سگريٽ پي رهيو هو ۽ ظم پڙهي رهيو هو- "هيءَ منهنجي پريزنٽ (تحفو) آهي- انگيجمينٽ رنگ (منگڻي جي منڊي)- تون پائي گهين ٿي؟"

"مون پنهنجي آڱر دونهين جي ان ڇلي ۾ وڌي."

وڪيءَ ڳالهه ٻڌائي، ايڪتا طرف ڏٺو. پوءِ پنهنجي ٿ طرف ڏسڻ لڳي- شايد ان آڱر طرف جنهن ۾ ان دونهين جي منڊي پاتي هئي.

ايڪتا چيو ڪجهه ڪين صرف وڪيءَ جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهليو- نئيو- ڪومل ۽ زندگيءَ جي

سپنن کي پڪڙڻ لاءِ تمام اتاولو.

وڪي ڪجهه ڪائي ۽ ڪجهه ساهيڙين لاءِ ڪٺي جڏهن هلي ويئي، ايڪتا پريا جي ڇهري تي ڪجهه خوشي ڏني. وڪيءَ لاءِ چاهه پريل پريا هن کي تمام سٺي لڳي. چيائين ”هڪ تنهنجو هيءُ پهلو مون کي ڏاڍو وڻندو آهي پريا، توکي سچ پچ وڪيءَ ۾ ۽ ننڍي سرجوءَ ۾ ڪوئي فرق نٿو لڳي؟“

”ائين مون کي سچ پچ ڪڏهن نٿو لڳي.“ پريا کلندي چيو، ”بلڪل وڪيل صاحب به مون کي چوندو آهي- وڪي تنهنجي سڳي ڌيءَ آهي، پر مان تنهنجو ماتيلو مڙس آهيان.“ ۽ پوءِ هوءَ کلندي کلندي گنڀير ٿي ويئي. ”ڌِيءَ منهنجو سٺو پهلو به ڏٺو آهي ايڪي- منهنجو هڪ پهلو تمام برو آهي، تو اهو ڏٺو ڪونهي. مون کي خود ئي اهو سٺو نه لڳندو آهي، خبر ناهي ڇا ٿي ويندو آهي- سڀ سان سٺي آهيان، پرائي کان پرائي سان پيي، پر وڪيل صاحب سان گڏ مان راهه ويندي خار ڪائي اٿندي آهيان، جو ڪجهه زندگيءَ ۾ نه پاتو، ان جو ڪهڙو قصور.... هو به ساري ڪسر مون مان ئي ڪڍندو آهي. سپني سان ايترو پيارو ڳالهائيندو آهي پر جو ڪجهه به هن جو رکو آهي- صرف منهنجي لاءِ، ڏاڍو ڪمائندو آهي، هيترو پئسو آهي پر اگر مون لاءِ ڪجهه خرچ ڪرڻو هجي- هڪ هڪ پئسو ڳڻيندو

آهي. انسان خواه مخواه چڙي اٿندو آهي. اسان ٻئي ڏي، شايد هڪ ٻئي لاءِ غلط آهيون ۽ هڪ ٻئي تي سارو غصو ڪيندا آهيون.... هوئن پنهنجي جڳهه نه هن جو قصور آهي نه منهنجو. هڪ ٻئي کي ڏسي اسين سوڙها ٿي ويندا آهيون."

ايڪتا اونهو ساهه کنيو. ڪيٽري چپ رهي، پوءِ چيائين "اهوئي فرق آهي جو ڪٿڙ ۾ نٿو اچي، ڪنهن کي سمجهائي ٻڌايو به نٿو وڃي. اهو انسان جو ڪنهن صحيح ساٿيءَ سان ملي نه چاڻ چا تي سگهيو ٿي، اهو نٿو ٿئي. بس سميٽجي ڇڳي جهڙو رهجي ويندو آهي. ڪنهن هڪ موسم جا گل جيئن ٻئي موسم ۾ ڪوئي پوکي ڇڏي...."

"پر هڪ ڀيرو پوکيا وڃن، پوءِ نه موسم بدلجي سگهي ٿي نه زمين." پريا جون اکيون آليون ٿي ويون، ۽ سندس چپن تي هن جا لفظ ڏڏي ويا. "پر گل نه هليا ويا هن دنيا مان...."

(۹)

گذريل ڪيٽرن سالن کان ايڪتا محسوس ڪري رهي هئي ته هوءَ جڏهن به ڪنهن سان گڏ هوندي آهي، ڪنهن هڪ يا ڪجهه ماڻهن سان، گڏ، هن جي اڪيلائپ وڌي ويندي آهي. اها ڪجهه گهٽ ٿيندي هئي ته صرف ان وقت جنهن وقت هن وٽ ڪوئي نه هوندو هو.

هوءَ هونديءَ هئي، ان سان گـڏ هلڪي آگم جو احساس ٿيندو هـو، ۽ بس. سگريـٽ پيئڻ جـي ايڪتا کي عادت ڪانه هئي، پـر ڪڏهن اڪيلائيءَ ۾ هـوءَ سگريٽ پيئندي هئي. سگريٽ جي دونهين ۾ هن جي من جو دونهون ملي هن جي اندر ۽ هن جي گرد هڪ مهڪ ٺهجي ويندو هو. ان خوشبو سان هن جي سڄاڻپ ٿي شايد هـن جي اڪيلائيءَ کي اڪيلو نـه رهڻ ڏيندي هئي.

ايڪتا کي بمبئيءَ ڪانَ مهوءَ آئي ڇهه ڏينهن ٿي ويا هئا، پر بمبئيءَ ۾ ڦتي ويل هن جي ننڊ اڃا به رات کي گهڙڻ نٿي آئي- اڄ به رات گهاٽي ٿي ويئي هئي پر ايڪتا کي ننڊ نه آئي. هن هڪ نه، ڪيترائي سگريٽ ڇڪيا. ۽ پنهنجي سڄاتل مهڪ مان ڪيترا اونها سوٽا ڪڍي گـذريل سالن بابت سوچيندي رهـي. هڪ هڪ گهڙيءَ جي هڪ هڪ تهه کي کڻندي رهي ۽ ان جي گهرائيءَ ۾ ڏسندي رهـي- رگهو سپني ٿهن ۾ موجود هو، پر هڪ اجنبيءَ وانگيان.

”۽ ان ڪتاب جيان،“ ايڪتا کي خيال آيو، ”جو ڪتاب ڪنهن کي امتحان ڏيڻ لاءِ ضرور پڙهڻو هجي، پڙهيو هجي، بار بـار ان ۾ سوال ڦولهيا هجن، جواب ڏنا هجن، فقرا بر زبان ياد ڪيا هجن ۽ پـوءِ امتحان ڏيڻ کانپوءِ اهو ڪتاب هن لاءِ بلڪل ڪنهن گهرج جو نه

رهيو هجي—"

"اسڪول ڪاليج جو نه، مون زندگيءَ جو امتحان ڏيڻ لاءِ هن رگهوءَ کي پڙهيو هو، ان آخرين صفح تائين، جنهن کان پوءِ ڪور جو پنو اچي ٿو — هينئر امتحان ختم ٿي ويو آهي، مون لاءِ انهيءَ ڪتاب کي وري پڙهڻ جو سلسلو به ڪٽجي چڪو آهي—" ايڪتا سوچيندي رهي ۽ هي ڪي پيڙا ڳاڙ ڪل اچي ويئي— "امتحان ۾ پاس ٿي آهيان يا نه، ان ڳالهه جو ڪتاب سان ڪوئي تعلق ڪونهي." ۽ ايڪتا جا خيال ڪٽلين جي قطار وانگر هن جي من جي ديوار تي چڙهندا ويا. "صحيح معنيٰ ۾ هي پاس وارو لفظ خبر ناهي ڪنهن کي نصيب ٿيندو آهي الائي نه. جيڪي انسان ان لفظ جي سرٽيفڪيٽ کي حاصل ڪيل ڏسبا آهن، ڪير ٿو چائي ته انهن اهو سرٽيفڪيٽ هڪ جعلي سرٽيفڪيٽ جهڙو نه ڏٺيل .."

اصلي ۽ جعلي سرٽيفڪيٽ جي ڳجهه کي سوچيندي ايڪتا ننڍا ڪڙي ٿيڻ لڳي. ان ننڍا ڪڙي صورت ۾ هن کي لڳو— هري هن جي پرسان بيٺو هو.

"پٽر جهڙو منهن بڻائي تون ان طرح چپ چپ ڇو بيهندو آهين؟" ايڪتا چڻ ڪلي ويئي ۽ هريءَ کان پڇيائين.

"چڱو پاپي، مان پٿر ئي سهين، پٿر به ته ڪنهن

ڪم ايندا آهن.“ هريءَ جا چپ آهستي کليا.

”ها، پٽر ڪم ايندا آهن مٽو پيچڻ جي.“

”تنهنجو مٽو ته پيچندو ڪونه، مان مٽو به پنهنجو پيچندس.“

”هيءَ فلاسافي توکي ڪهڙي ڪم ايندي هري؟ پٽر به پنهنجو ۽ مٽو به پنهنجو.“

”هيءَ منهنجي فلاسافي منهنجي ڪم نه ايندي پاپي، پر هڪ ڳالهه مان توکي ٻڌائي ڇڏيان ته تنهنجي فلاسافي به اندران اهائي آهي. اها تنهنجي به ڪنهن ڪم نه ايندي.“

”منهنجي فلاسافي؟“

”رگهو توکي پيار نٿو ڪري. تنهنجو به مون جهڙو حال آهي. آخر ۾ پٽر به تنهنجو رهجي ويندو ۽ مٽو به تنهنجو.“

”هري!“

”اڄ تون منهنجي ڳالهه تي غصو کائين ٿي، پر ڪڏهن ورهين بعد سوچيندينءَ....“

”مان سچ ٻڌايان هري، سوچيندي مان هينئر به آهيان پر مان اهو مڃڻ نٿي چاهيان ته مان ائين سوچيندي آهيان. تون ان ۾ منهنجي مدد ڇو نه ٿو ڪرين؟“

”ڪهڙي مدد ڪريان؟“

”جيترو ٿي سگهيئي تون مون کان دور رهندو

ڪر... ڪڏهن ڪڏهن تون مون کي هڪ آئيني جيان لڳندو آهين، مان تو کي سچ ٻڌايان، مان هينئر آئيني نٿي ڏسڻ چاهيان ــ مان سچ پچ رگهوءَ کي پيار ڪريان ٿي ۽ هن وقت مان وسارڻ نه ٿي چاهيان ته رگهو به مون کي پيار ڪري ٿو ــ تو طرف ڏسي مون وٽ اها ڳالهه نڪي نٿي، ان ڪري...“

”ان ڪري تون مون طرف ڏسڻ نٿي چاهين. مان ڪيڏانهن هليو وڃان جتان ــ“

”مون ائين ڪٿي چيو ته تون اوڏانهن هليو وڃ جتان تنهنجي ڪائي خبر نه اچي، پر تون ڪجهه دور هليو وڃ. تنهنجي خبر اچي، پر تون....“

”مان نه اچان. چڱو پاپي! پر هڪ ڳالهه تو کي ٻڌائي ڇڏيان ــ مان توکان دور وڃي گهڻا ڏينهن جيئرو نه رهي سگهندس....“

ايڪتا چرڪي ويئي پر هن هريءَ کي ڪجهه نه چيو. هري هليو ويو. خبر ناهي ڪيڏانهن، پر ايڪتا جي بدن مان اهو سيات نه ويو. ان سيات سبب ايڪتا جي ننڍا ڪڙي حالت چرڪجي سچيت اکين واري حالت ٿي ويئي.

هينئر ايڪتا اها گهڙي پنهنجي سامهون ڏٺي هئي جا اڳ کان پنج سال پهرين هن پوکي هئي. گذريل پنجن سالن ۾ ڪيس پتو ئي نه هو ته هري ڪٿي آهي.

ڪڏهن اڏامندڙ خبر وانگر هن به ڪجهه نه ٻڌو هو. وچڙ ڪان اڳ هو تمام گهڻو شراب پيئڻ لڳو هو، پر ان ڪان پوءِ بلڪل پتو ناهي ته هن شراب گهٽايو هو يا وڌايو هو، هن جو بيمار نظر ايندڙ چهرو ڪجهه راضي ٿي ويو هو يا وڌيڪ بيمار ٿي ويو هو.

”چڱو پاپي، پر هڪ ڳالهه توکي ٻڌائي ڇڏيان ته مان توکان دور وڃي گهڻا ڏينهن جيئرو نه رهي سگهندس.“ هريءَ جا اهي لفظ جڏهن به ايڪتا کي ياد ايندا هئا، هن جي اندر سان ڪجهه گهلي ويندا هئا، پر اڄ جڏهن ڪيس اهي لفظ ياد آيا، هن کي لڳو ته هن جي اندر تمام گهرو ڪجهه ٽٽي پيو آهي.

”پٿر جهڙو منهن ٻڌائي تون ان طرح چپ چاپ ڇو ويهندو آهين؟“ ايڪتا جا چيل لفظ ئي اڄ هن کي اندر ئي اندر ڏک ڏئي رهيا هئا. لفظن سان گڏ هريءَ جو پٿر جهڙو منهن به ڏک ڏئي رهيو هو، ۽ هن جي اندر تمام گهريون ڏارون پئجي رهيون هيون....

۽ پوءِ خبر ناهي ڪهڙي وقت ايڪتا کي ننڊ اچي ويئي.

ڪمري ۾ صبح جي روشني اچي رهي هئي ته ايڪتا جاڳي پيئي. ڪليل اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو.

اچانڪ ڪمري جو دروازو کليو. ايڪتا جي پاڻ هڪ خط اچي ڪيس ڏنو، ”آنٽي هي خط توهان جو

هينئر آيو آهي (ايڪسپريس)."

ايڪتا پهرين پائنتي طرف ڏٺو- هن اسڪول وارا ڪپڙا پهريا هئا. ايڪتا کي لڳو، هن جاڳڻ ۾ سچ پچ گهڻي دير ڪئي هئي. پوءِ هن خط طرف ڏٺو- سڃاتو- خط سندس ساهيڙي پريا جو هو! "پريا کي ايڪسپريس ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت پيئي؟" ايڪتا سوچيو ۽ خط کولڻ لڳي.

ٿورڙيون سٽون هيون، پر ڏسندي ئي ڏسندي اهي ايتريون ڦهلجي ويون جو ايڪتا جي پيرن هيٺان زمين کسڪندي ويئي. ۽ ايڪتا جي پيرن محسوس ڪيو ته انهن جي بيهڻ لاءِ ڪا زمين ٽڪري نه هئي. لکيل هو، "ايڪي، توکي خبر ناهي پريشان هوندينءَ يا نه، مان بيحد پريشان آهيان. اڄ، هينئر مون کي خبر پيئي آهي ته هريءَ کي سرگواس ٿئي چار سال ٿي ويا آهن. بدنصيب هو توکان پري وڃي پورو سال به جيئرو نه رهي سگهيو...."

ايڪتا خط کان گهبرائجي اکيون بند ڪري ڇڏيون. صبح جي روشني بند اکين جي ٻاهر به هئي اندر به- پر هڪ ڦوٽي مان وهندڙ رت وانگر....

(۱۰)

ايڪتا جو پاڻ ايڪتا لاءِ جو ڪجهه سوچيندو هو، هن کان پڇڻ بنا ڪاٿي نه سوچيندو نه ڪندو هو.

پر هڪ ڳالهه لاءِ هن ايڪتا کان نـه پڇيو هو، هن ڪجهه چيو به، ته به نه ٻڌو هو.

بلگاريا ۾ هڪ انٽر راشٽريه اڊيوگڪ ميلو ٿي رهيو هو، اروڻ بمبئيءَ جي هڪ فرم سان مليل، ان ميلي ۾ پنهنجو مال موڪلي رهيو هو. ايڪتا کي پنهنجي فرم جو عيوضي ڪري موڪلڻ لاءِ، هـن ايڪتا جـا سڀ، ڪاغذ تيار ڪري ڇڏيا.

هي سڀ ڪجهه .... ايڪتا کي پريشاني محسوس ٿي رهي هئي.

”هن وقت نه، ته اينڌڙ سال تون منهنجي ڪم ڪي گهڻو ڪجهه سنڀاليندينءَ، ايڪي! مان پنهنجي ڪم جي ڪنهن ٻئي شهر ۾ هڪ برانچ کولڻ چاهيان ٿو، اڃا پوري طرح سوچي نه سگهيو آهيان ڪٿي، پر ان کان اڳ ۾ ڏوکي تجربو ٿي ويندو. اهو منهنجي لاءِ به ايترو فائديمند ٿيندو جيترو تنهنجي لاءِ. پر هن وقت تنهنجي وڃڻ کي مان پنهنجي ڪم جي خيال کان ايترو اهميت ڀريـو نٿو سمجهان جيترو تنهنجي فائدي لاءِ. هڪ دفعو چاهي ڪجهه ڏينهن لاءِ هي تنهنجو ماحول بدلجڻ گهرجي“

”پر اڃا مون کي ڪوئي تجربو ڪونهي، پر وڃڻ کان اڳ جيترا ڏينهن به باقي آهن، مان پوري ڪوشش ڪنديس مان ڪم کي سمجهي سگهان پر ان هوندي به

جيڪر منهنجي بجاءِ تون خود وڃين...."
" اهو مان سمجهي سگهان ٿو ايڪي، پر مان سوچيان ٿو ته تون....
"سڌن لفظن ۾ تنهنجي ان سڀ جي پٺيان هڪ احسان...."

"ايڪي...." پاءُ خاموش ٿي ويو، پوءِ ڪلي چيائين "آل رائيٽ، هڪ سوغات سمجهه. احسان جهڙو لفظ چوڻ ۽ سوچڻ لاءِ هڪ وڏي ڊاريڪٽ گهرجي، منهنجو ويچار آهي...."
"مان ڊاريڪٽ واري هنڌ بيهي ائين نٿي سوچيان."
"پوءِ ايترو پيارو لفظ تون پاڻ تي ڇو ٿي ڪٽين؟"
"چڱو سوغات سمجهان ٿي...."

ايڪتا وڌيڪ ڪجهه نه چيو، هڪ ڀيرو پنهنجن هٿن طرف ڏٺو- جن ايڏي وڏي سوغات کي وٺڻ لاءِ پنهنجن هٿن کي تيار ڪري رهي هئي.

پوءِ هڪ ڀيرو هن پاءُ جي چهري طرف ڏٺو- چهرو هميشه جيان چپ ۽ پيارو هو، گهڻو ڪجهه چوندو به نه هو، پڇندو نه هو، جيترو ڪجهه چاڻي سگهيو ٿي ايترو جيترو هن لاءِ ڪافي هوندو، پر ته به ايڪتا کي لڳو ته اهو چهرو اڄا چپ ٿي ويو هو - شايد وڏي پاءُ رشتي کان به وڌو ٿي ويو هو-

طلاق جو لفظ پنهنجو پاڻ ۾ ڪنهن کي ڪنهن کان

جدا يا آزاد ڪندڙ لڳندو آهي. ايڪتا کي گذريل ڪيترن ڏينهن کان ائين لڳي رهيو هو ته جو ڪجهه هن جي آسپاس هو، ان جو نشان هينئر به باقي هو. اجا سڀ ڪجهه هن جي لاءِ ان نشان جيان هو، جنهن کي هوءَ هٿ سان ڇهي ڏسي ٿي سگهي. ماس جو ايريل حصو، جو بدن سان لڳل هو، بدن کان الڳ به.

ايڪتا کي لڳو هن جي پاڻ شايد هن کي اندران پرکي ورتو هو .... ۽ ايڪتا پنهنجي منهن تي آيل پسيني کي هٿ سان اگهيو. هوءَ شايد گذريل ڏينهن ۾ ٿيل بمبئيءَ واري حادثي کي به پنهنجن خيالن سان اگهي رهي هئي....

ماڻهن ۾ اجنبي اسٿانن جي وچ ۾ اڪثر هڪ اڪيلائي هوندي آهي، جنهن کي پرڻ لاءِ ماڻهن انهن اسٿانن جو اتهاس پڇندا آهن، پوءِ نئين پراڻي اتهاس جو ڪو ڏي سرو هو پاڻ سان جوڙيندا آهن ، پر اهو سڀ ڪجهه ايڪتا لاءِ ڪڏهن به ضروري نه ٿيو هو- پنهنجي چاتل سچاتل ديش کان ٻاهر اجنبي ديش ۾ وڃي رهي هئي. هوائي جهاز مان نظر ايندڙ ٻاهريون نظارو ايڪتا کي چڙ پنهنجو لڳو. هوءَ جهاز ۾ اندر ويٺي هوندي به اندر ايتري نه هئي جيتري ٻاهر — انيڪ بادلن مان هلندڙ هڪ ٽڪري بادل جيان.

خيالن به گهرن بادلن جو روپ ورتو. گهٽا ٽڪرا

ايڪتا ڇهي لنگهي ويا. پر ٻـــ ٽڪرا ڪيتري دير
هن جي ساڄي ڪابي ڦري هن سان گڏ هلندا رهيا. هڪ
رگهوءَ جو چهرو هو، هڪ هريءَ جو.

اڄ ڪان، ٻارهن سال اڳ جا ڇهرا. جڏهن رگهو ۽
هري ٻئي ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهندا هئا. پڪا دوست
هئا. هاسٽل جـي هڪ ئي ڪمري ۾ رهندا هئا. هڪ
ڏينهن صبح جو چانهه پيئندي هريءَ واچ طرف ڏٺو هو
۽ چانهه جو پيالو اتي ميز تي رکي هو اٿي بيٺو هو.
رگهوءَ ڪارڻ پڇيو هو ته هريءَ ذرا هچڪي هن کي
ٻڌايو هو ته هر روز هڪ ڇوڪري ٻاهرين مـوڙ وٽان
لنگهي پنهنجي اسڪول ويندي آهي،گذريل ڏهن ڏينهن
کان هو ان موڙ تي بيهي ان لنگهندڙ ڇوڪريءَ کي
ڏسندو آهي، هن سان ڳالهائيندو نه آهي ، صرف ڏسندو
آهي. رگهوءَ انهيءَ ڏينهن هريءَ جـي مذاق اڏائيندو
رهيو، ”يو ڊئم.... گو ٽ هئيل....“

پوءِ.... پوءِ.... خبر ناهي ڪهڙيءَ ريت رگهوءَ ان
ڏينهن جنهن چيز کـي هئيل چيو هـو اهـا هميشه لاءِ
هريءَ واسطي هئيل بنجي ويئي....

ٻئي ڇهرا هڪ وقت ئي ايڪتا جا واقف ٿيا هئا.
هڪ چپ چپ هو، زرد هو. ٻيو برائيٽ هو، اگريسو
هو. خوبصورتي ٻنهي ۾ هئي پر ايڪتا عمر جي جنهن
حصي مان لنگهي رهي هئي اها آسانيءَ سان چپ کي

نہ ٿي سمجهي سگهي. رگهوءَ جي آواز هن کي موهي وڌو هو. ۽ پوءِ جو ڪجهہ رگهوءَ جي لاءِ هئون (سرگ) بڻجي ويو، هريءَ جي لال هئيل....

ايڪتا جي لاءِ آيل برات ۾ رگهو گهوڙيءَ تي چڙهيل هو، هري پيدل هلي رهيو هو .... رگهوءَ کي مبارڪون ملي رهيون هيون، هريءَ جي صرف پرسان گذري رهيون هيون. پوءِ رگهو ۽ ايڪتا هني مون منائڻ لاءِ نئنيتال هليا ويا، ۽ هري ڪرنال جي نزديڪ پنهنجي ڏاڏائي ڳوٺ پاڳل هليو ويو، جتي ڪرنال کان سترهان ميل ڪچي رستي تان گهوڙي گاڏيءَ ۾ ۽ ٻارهن ميل ٻيل گاڏيءَ ۾ لڳندا هئا.

هڪ سال گذري ويو، ٻہ سال گذري ويا ـــ ٻڌو هري بيمار هو. رگهوءَ ايڪتا کي هريءَ بابت سڀ ڪجهہ خود ئي ٻڌايو هو. هن جي پراڻي دوستي رگهوءَ جي من ۾ هڪ پيڙا پيري ڇڏي، ۽ هو ايڪتا کي ساڻ ڪري هريءَ کي سندس ڳوٺ مان واپس آڻڻ لاءِ ويو هو. چپ چاپ ۽ پيلي ـ زرد هريءَ کي هو جڏهن گهوڙي ـ گاڏيءَ ۾ ويهاري موٽي رهيا هئا ايڪتا کي ”چپ“ جي معنيٰ جي ڄاڻ پئي هئي.... ڪچي رستي تي بدن کي ڏوڏا اچي رهيا هئا. ڏوڏن سبب ٿنڊڙ ايڪتا چپ ٿي وئي.... هري بہ چپ هو، ايڪتا بہ چپ هئي، پر اها چپ، چپ سان گڏيل ڪانہ هئي ـ

ٻن ٽڪرن ٽٽل هئي....

ٻوءِ ٻيا سال.... ۽ سال.... هري صرف تڏهن ڳالهائيندو هو جڏهن رگهو ايڪتا تي غصي ٿيندو هو. هو صرف هڪ جملو چوندو هو ”پاپيءَ کي نه رئار، مون کان ڏٺو نٿو وڃي.“ ٻيو جملو هو ڪڏهن ڪونه چوندو هو.... ٻيو جملو ۽ ٻوءِ هرهڪ جملو هن جي موجودگي هئي .... موجودگي بس منجهي ويئي .... سڀ ڪجهه هڪ جملو بڻجي رهجي ويو هو- هوا جي شڪل ۾، جنهن ۾ ايڪتا ساهه کڻندي هئي- تڏهن به، هينئر به. چپ ڪانه رهيا هئا، جملو اڃا به هوا ۾ مليل هو.

ايڪتا هوائي جهاز جي دريءَ مان ٻاهر ڏسي رهي هئي. پنهنجو پاڻ کي، جو سچ پچ ان دريءَ کان ٻاهر هو.... وري بادلن جا ٻئي ٽڪرا، جيڪي گهرا ٿي هن کي ڇهي رهيا هئا ۽ هن سان گڏ هلي رهيا هئا- ٻئي ڇهرا- اچانڪ سنها ٿي هڪ دونهين وانگر پکڙجي ويا- رگهوءَ جو چهرو اجنبي ٿي دور هڪ طرف هليو ويو، ۽ هريءَ جو چهرو نجاڻ ڪيڏانهن ... ڪٿي نزديڪ ڪجهه ڪين هو. صرف ايڪتا کي ائين لڳو ته هن جو پنهنجو پاڻ ڪجهه وڌيڪ گهاٽو ٿي ويو آهي- شايد هريءَ جو چهرو دونهون بڻجي ڪيڏانهن دور نه ويو هو، هن جي خودئي ملي ويو هو.... هڪ پراڻي چپ، جا ٻن ٽڪرن ۾ ٽٽل هئي، ملي هڪ ٿي ويئي هئي....

”زندگي جنهن چيز کي هڪ نئين ڪري سگهي،
اها صرف موت جي هٿان هڪ ٿيندي آهي.“

ڇهه ڪلاڪ هڪ لنبي ساهيءَ جيان هئا. ماسڪو اچي ويو هو. بلگاريا لاءِ ٻيو جهاز ٻئين ڏينهن هلڻو هو. اڄ جي شام ۽ اڄ جي رات ايڪتا کي هتي ايئر پورٽ تي رهڻو هو. هن وٽ ان ديش جي ويزا ڪانه هئي، هوءَ شهر ۾ نه پئي وڃي سگهي. ايئر پورٽ وارن ڪيس تي ڪوپن ڏنا هئا، جن مان هوءَ ايئر پورٽ جي ريسٽارنٽ ۾ ٽي ڀيرا جيڪي چاهي کائي سگهي ٿي.

رستي جي هن طرف ايئر پورٽ هو، ٻئي طرف ان جو هوٽل. ڪجهه ٽڪرو رستي جي هن پار هو، ڪجهه هن پار، ۽ ان وڏي اجنبي ديش کان تئين ايڪتا جي اٽڻ - ويهڻ ۽ ڏسڻ جي حد ۾ اچي ويو هو. ايڪتا پنهنجي حد ۾ آيل ان ٽڪر کي پنهنجي نظرن سان سميٽي ڏٺو....

اهو تمام خوبصورت هو. هن طرف ماڻهن جي چهل پهل هئي، هن طرف ماسڪو جا گهاٽا جهنگل هئا. وڻن کي زبان نئي ڪانه، ماڻهن جي زبان هن کي سمجهه ۾ ڪانه ٿي آئي، ان ڪري هڪ عجيب حال هو، هڪ عجيب اڪيلائي. ۽ ايڪتا کي لڳو اهي ڪجهه گهڙيون ٻين به ڪيترن لاءِ هيون، ته به صرف هن جي لاءِ هيون.

ايئر پورٽ جي هڪ انگريزي ڳالهائيندڙ ڇوڪريءَ ايڪتا کي چيو ته جيڪڏهن هن کي ريسٽارنٽ ۾ وڃي ڪجهه چونڊڻ ۾ دقت ٿيندي هجي ته هوءَ سندس مدد ڪري سگهي ٿي. پر ايڪتا غير زبان جي دقت کي پوگڻ نه، جيئڻ چاهي رهي هئي. هن انهيءَ ڇوڪريءَ جي مهرباني مڃي ۽ صرف اهو پڇيو ته هڪ ڪوپن خرچ ڪرڻ جي حد ڪيتري هئي؟

”هڪ روبل پنج ڪوپڪ،“ ايڪتا پڇيو ۽ پوءِ اڪيلي ريسٽارنٽ ۾ هلي ويئي. اها ايئر پورٽ جي مٿئين حصي ۾ هئي- هتان کان ٻاهر شيشي جي درين مان ماسڪو جا جهنگل ڏسڻ ۾ ٿي آيا- هر خوبصورت جڳهه ايڪتا کي پنهنجي لڳندي هئي - چاهي اها پنهنجي ديش ۾ هجي، چاهي ان کان ٻاهر.

هن وقت واچ ۾ شام ٿي ويئي هئي، روشنيءَ ۾ شام ڪانه ٿي هئي. اهو مئي جو مهنو هو - ماسڪو جي گورين راتين جو مهنو. ست وڃي ويا هئا، پر وڻن جون مٿيون ڌاريون سورج جي اس ۾ ٻڏل هيون. ايڪتا جا هٿ انهن ڌائين نه ٿي پهچي سگهيا- نظر پهچي ٿي سگهي- نظر سان هزارن وڻن کي سميٽي ايڪتا پرسان آندو- ۽ ايڪتا کي لڳو- هوءَ انهن کي اهڙيءَ ريت ڏسي رهي آهي، ڄڻ انهن کي ڪيتري وقت کان سڃاڻندي هئي.

ايڪتا جي ساڙهيءَ کي ڏسي ڪجهه عورتن ”انڊيا؟“ هڪ لفظ چيو هو، پوءِ پيار سان مسڪرائڻ لڳيون هيون. ايڪتا انهن جي شڪريه ادا ڪئي هئي، انکان وڌيڪ پنهنجائپ تي نه پئي سگهي. ڊارلنگ ڊيکارڻ جو ڪوئي ڪارڻ نه هو— ان ڪري ايڪتا کي هڪ عجيب راحت جو احساس ٿيو ۽ ايڪتا کي خيال آيو ته انسان کي يا ته هڪ ٻئي کي سڃاڻڻ لاءِ بلڪل ڪا زبان نه سکڻ گهرجي، يا تمام چڱيءَ طرح ۽ تمام گهڻي سکڻ گهرجي. نه ڄاڻڻ ۾ به ڪوئي پڙڪاءُ نٿو ٿئي— گهڻو ڄاڻڻ ۾ به ڪوئي پڙڪاءُ نٿو ٿئي. پر جتي اڌي سڀ ڪجهه غلط ٿي ويندو آهي اها انهن ٻنهي حالتن جي وچ واري حالت آهي....

اڄ ايڪتا وٽ ڪنهن جي لاءِ ٻــه لفظ نــه هئا، ڪنهن وٽ به ايڪتا جي لاءِ لفظ نــه هئا، ان ڪري جيترا به انسان ايڪتا جي نزديڪ هئا، اهي هڪ اسٽان جيان هئا، اسٽان جو حصو هئا. بلڪل ان طرح جيئن دور ڪجهه وڻ ان پرڏيهه اسٽان جو حصو هئا.

ايڪتا هڪ ڪوپن ريسٽارنٽ جي هڪ چوڪريءَ کي ڏنو ۽ پنهنجي حصي مان چاليهه ڪوپڪ جي هڪ بيئر ورتــي. بيئر جو هڪ هڪ ڍڪ پيئندي ايڪتا کي لڳو ته اڄ جي شام هن جي زندگيءَ ۾ اها پهرين شام هئي جنهن جو هڪ هڪ پل هوءَ بيئر جي هڪ

هڪ ڏيک ڏيان پئي رهي هئي - زندگيءَ جو وقت هميشه هن ڪاٽيو هو، اڳي ڪڏهن پئي نه ڏٺو هو.

(١١)

ارون کي ايڪتا جا ڪجهه خط مليا هئا، سڀ ۾ ڪم جو ذڪر هو. ارون کي ايڪتا ۾ هميشه هڪ وشواس رهيو هو پر هن کي ٻاهرين ديش ۾ موڪليندي هڪ ڀيرو ارون کي ائين ضرور لڳو هو ته هن اهو قدم پنهنجي وشواس کان به وڌو کنيو هو. ان ڪري هڪ هلڪي گهٻراهٽ هن ۾ ڪجهه ڏينهن رهي هئي. هونئن هو گهٽو پريشان ڪونه هو. اها گهٻراهٽ به هن چاڙي ٻجهي ڪئي هئي. هيءَ قيمت ڏيڻي به هو سمجهندو هو ته هن کي هيئن ڪرڻو هو. پر هينئر جڏهن ايڪتا جي خطن ۾ هن ڪم جا تفصيل ڏنا، هن کي هڪ عجيب تسلي ٿي ته ايڪتا جو وڃڻ صرف ايڪتا لاءِ ئي نه، ڪم جي خيال کان به ٺيڪ هو.

ايڪتا کي پاڻ ۾ وشواس وڌيڪ ٿي ويو هو، اهو خطن مان ظاهر هو، پر انڪان وڌيڪ هن پنهنجي باري ۾ ڪجهه نه لکيو هو. پر ارون کي ايڪتا جو جيڪو خط آيو، خط ننڍڙو هو، پر ارون هڪ ڀيرو پڙهيو، ٻه ڀيرا پڙهيو ۽ پوءِ خط کي ٻانهن ۾ ڪٺي اهڙيءَ طرح اڻ سان سوگهو ڪيو ڄڻ پنهنجي ڀيڻ کي پنهنجي گلي

لڳاڏي چڙيو هجي. اڪيلي هو– ”اروڻ، اڄ مون ڪجهه پاتو آهي. اهو– جنهن ڪي پاڻ لاءِ اڄ تائين جيئندي رهيس. هن ڌرتيءَ ڏنو آهي. زندگيءَ جا سڀ ڏينهن هن ڌرتيءَ جي قرضدار رهنديس. ڌرتيءَ جي ٻه ۽ تنهنجي ٻه، ڇو جو اهو سڀ تنهنجي هٿان ٿيو آهي. جنهن جي وجود ڪي مون دنيا ۾ ڏسڻ پئي چاهيو، ڏنو آهي. هي لڪندي مان ان ڪي اکين سان ڏسي رهي آهيان، هٿن سان ڇهي رهي آهيان، اهو منهنجي سامهون آهي.... نه سامهون نه، مان خود ان جي اندر آهيان، ان ۾ سمايل ۽ ان ڪي پاڻ ۾ سمائي .... توکي ان جو نالو ٻڌايان.... وارنا.... اهو ڌرتيءَ جو هڪ عجيب ٽڪرو آهي.... هڪ طرف ساگر، هڪ طرف پهاڙ، هڪ طرف جهنگل ٽنهي جو سنگم آهي. ساگر مون ڪي انسان جي وشال ۽ جل ٿل ڪندڙ آتما وانگر لڳي رهيو آهي ۽ جهنگل ماڻهوءَ جي ان من وانگر، جن ۾ نت نئين راه ملندي آهي– رنگن ۽ سڳنڌ سان پريل نت نئين ”گرٿ“ جو نشان. ۽ اونچا اونچا پهاڙ انسان جي ”انٽلئڪٽ“ جو سمبل آهي– جتي پهچڻ لاءِ گهٽيون چاڙهيون چڙهٽيون پونديون آهن....

”اروڻ مان هتي ٽي چيزون ڪنهن انسان ۾ ڳولهندي هيس– ڪنهن مرد ۾. اڄ لڳي ٿو ان آستان جو روپ ورتو آهي ۽ اهو موڪي ملي ويو آهي. روپ بدلجڻ سان ڇا ٿو ٿئي، هو مون ڪي ملي ويو آهي ۽

مون هن کي سجائي ورتو آهي. ۽ منهنجي اندر جو
ڪجهه اڌورو هو اهو پورو ٿي ويو آهي.

”صرف هڪ خيال ايندو آهي ته مان هن وٽ نه
رهي سگهنديس، پر هڪ ڳالهه سوچيان ٿي - ڌرتي
تمام وڏي آهي، تنگدل به ڪانهي، هن وٽ هن جهڙا
بيا به ٽڪرا هوندا. اسان جي ديش ۾ هوندا. ته هڪ
دفعي چيو هو ته توکي پنهنجي ڪم جي هڪ برانچ
کولڻي آهي. جڏهن تون ڪا جڳهه سوچيندين، منهنجي
هن ڳالهه تي به سوچجانءِ.... تون جيترو ڪم چوندين
مان ڪنديس، ۽ اتي مان پنهنجي لاءِ هڪ ننڍڙي جڳهه
ناهينديس. پنهنجي وجود جيتري ننڍي. تنهنجي ايڪتا.“

اروڻ خط کي مروڙي پاڻ سان سنڀاليو- ۽ پوءِ اروڻ
جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو -، ”ايڪي! هوءَ ڌرتي
ڪيڏي امير آهي جا توکي ڪنهن آستان جي شڪل
۾ ايترو ڪجهه ڏيئي سگهي ٿي .... پر هيءَ ڌرتي
ڪيتري غريب آهي جا توکي انسان جي شڪل ۾
ڪجهه به ڏيئي نٿي سگهي....“



## رابيل پبليڪيشن جا ڇپايل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ | | قيمت |
|---|---|---|---|
| ١- رات سانت سوچون | طارق عالم | (ختم ٿيل) | ٧-٠٠ |
| ٢- ڪوهيڙي ۾ ويڙهيل يادون | محمود مغل | ” | ٨-٠٠ |
| ٣- بندر ديسان ديس | الطاف شيخ | ” | ٨-٠٠ |
| ٤- هم سفر | امرتا پريتم | ” | ٦-٠٠ |
| ٥- گونگي ڌرتي ٻوڙو آڪاش | | ” | ١٠-٠ |
| ٦- اکين ۾ ٽنگيل سپنا | | | ١٠-٠ |
| ٧- اناميڪا | الطاف شيخ | ” | ٥-٠٠ |
| ٨- سمونڊ جن ساڻيهه | ” | | ٥-٠٠ |
| ٩- دنيا آهي ڪاڪ محل | ” | | ٥-٠٠ |
| ١٠- فلسطين جي جنگ | قادر جوڻيجو | ” | ٥-٠٠ |
| ١١- گلن جي بغاوت | سعادت منٽو | | ٥-٠٠ |
| ١٢- جميله | | | ١٠-٠ |
| ١٣- پيار جي خوشبو | ڪرشن چندر | | ٨-٠٠ |
| ١٤- مان انتظار ڪندس | ” | | ٧-٠٠ |
| ١٥- ڪوڙي دنيا سچا ماڻهو | قادر جوڻيجو | ” | ٦-٠٠ |
| ١٦- لطيف سنڌ آهي | ” | ” | ٨-٠٠ |
| ١٧- حڪمران غلامي | ” | | ٥-٠٠ |
| ١٨- شاهه سچل سامي | اتم | | ٧-٠٠ |
| ١٩- شرابي نگاهون | امرتا پريتم | | ٧-٠٠ |

گهرائڻ لاءِ

**ساگر اڪيڊمي**

٥١، العمران

پرنس علي روڊ حيدرآباد سنڌ

رابيل پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر ۲۰

پرل - ايس - بڪ

جو ڊ ايپ بيڊرڙ ناول

# سونهري پشپا

گهرائڻ لاءِ

**ساگر اڪيڊمي**

۱۵- العمران پرنس علي روڊ

حيدرآباد سنڌ.

رابيل پبليڪيشن جا ايندڙ ڪتاب



# شهيد شاهه عنايت

# ٽيگور ۽ آزادي

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيِ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪـري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهندڙن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهه هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي به ڪٽين، جيڪي به ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته
”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)